# ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي

## (هڪ مطالعو)



مرتب :
سڪندر ملاح

# ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي
# هڪ مطالعو

مرتب

**سڪندر ملاح**



**مارئي اڪيڊمي**

سڪرنڊ/حيدرآباد.

2001ع

كتاب نمبر- ١٩


كتاب جو نالو: كامريڊ حيدربخش جتوئي: هڪ مطالعو

مرتب ڪندڙ: سڪندر ملاح

ڪمپوزنگ: سنڌو ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ سينٽر، قاسم آباد.

ڇپائيندڙ: مارئي اڪيڊمي، سڪرنڊ/ حيدرآباد.

ڇپيندڙ: پاڪيزه پرنٽنگ پريس، حيدرآباد.

ڳاڻيٽو: هڪ هزار

ڇپائي جو سال: آگسٽ 2001ع

قيمت: =/110

لکپڙهه لاءِ پتو: بنگلو نمبر 134، پٺاڻي ٽائون، حيدرآباد.

ارپنا

سنڌ جي عظيم رهبر، مفڪرِاعظم
سائين جي ايم سيد جي نالي، جنهن هميشه
ڌاري ۽ جبر جو مقابلو ڪندي سنڌي قوم کي
جيئڻ ۽ وجود جي بقا جو احساس ڏياريو
۽ آزاديءَ جي راهه ڏيکاري.

پچائي پهاڻُ، جن رساٽيو رُڪَّ سين،
تنين سندو جاڻُ، آهي آڳَڙين کي.
(شاهه)

# فهرست

## ٻه اکر، مرتب ڪندڙ پاران

اڄڪلهه مارڪيٽ ۾ تمام گهڻا سنڌي ڪتاب اچي رهيا آهن. تمام سٺو ۽ معياري ادب شايع ٿي رهيو آهي. هڪ طرف افسانا، ناول، شاعري ۽ تاريخ جي موضوع تي ڪتاب اچي رهيا آهن، ته ٻئي طرف آتم ڪهاڻين ۽ سنڌ جي اهم ۽ ناميارين شخصيتن جي علمي، ادبي، سياسي ۽ سماجي خدمتن جي متعلق پڻ ڪتاب شايع ٿي رهيا آهن. انهيءَ ڏس ۾ اسان به هڪ وک اڳتي وڌائيندي، سنڌ ڌرتيءَ جي نامور شخصيت- ڪامريڊ حيدربخش جتوئيءَ جي سياسي جدوجهد تي هيءُ ڪتاب شايع ڪري رهيا آهيون. ڪامريڊ حيدربخش جتوئي هڪ سچو محب وطن ۽ انسان ذات جو خير خواهه هو. سڄي عمر هارين جي حقن لاءِ وڙهندو رهيو. ”ون يونٽ“ جي خلاف وڏيءَ همت ۽ مردانگيءَ سان جدوجهد جاري رکيائين. سنڌ اندر ”ون يونٽ“ خلاف ڪامياب مهم ۾ ڪامريڊ حيدربخش جتوئيءَ جي تحريرن ڪي بلاشبه وڏو دخل آهي.

اسان پنهنجي اداري طرفان ڪامريڊ حيدربخش جتوئيءَ جي سياسي خدمتن کي آڏو رکندي، سندس سياسي فڪر ۽ جدوجهد جي متعلق سنڌ جي مختلف عالمن ۽ اديبن جي لکيل مضمونن کي سهيڙي ڪتابي صورت ۾ پيش ڪري رهيا آهيون. ڪتاب جي آخر ۾ ڪامريڊ حيدربخش جتوئيءَ جي چند تحريرن جو سنڌي ترجمو پڻ ڏيئي رهيا آهيون. انهن تحريرن جو سنڌي ترجمو محترم احمد بلوچ جو ڪيل آهي، جي ”ڌرتي منهنجي ماءُ“ جي نالي سان مئي 1987ع ۾ ڪتابي صورت ۾ اشاعت هيٺ اچي چڪا آهن.

آخر ۾ آءٌ پنهنجي محترم دوست بشير احمد هيسباڻيءَ جو نهايت ئي ٿورائتو آهيان، جنهن پنهنجي شاندار لائبريريءَ مان هن ڪتاب ۾ آيل ڪيترائي ناياب مضمون ۽ مقالا دستياب ڪري ڏنا، جنهن ڪري هيءُ ڪتاب جامع نموني ۾ پڙهندڙن جي خدمت ۾ پيش ڪري سگهيا آهيون. اميد ته هيءُ ڪتاب پڙهندڙن کي بيحد پسند ايندو.

– سڪندر ملاح



Baba-e-Sindh Hyder Baksh Jatoi
and Mrs. Mumtaz Hyder in 1929.

# جنب گذاريم جن سين

ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي ”بکو ديري“ ضلعي لاڙڪاڻي جو ويٺل، بلوچن جي ’جتوئي‘ پاڙي مان آهي. هي 1901ع ڌاري ڄائو، ۽ ابتدائي سنڌي تعليم ڳوٺ ۾ ورتائين. ثانوي تعليم مدرسة الاسلام لاڙڪاڻي ۽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي ۾ ورتائين، جتان 1923ع ۾ هن مئٽرڪ امتحان پاس ڪيو. پوءِ اعليٰ تعليم لاءِ ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ داخل ٿي، 1927ع ۾ بي. اي. پاس ڪيائين.

ان ڪان پوءِ هي روينيو کاتي جي ملازمت ۾ گهڙيو. ٿوري وقت کان پوءِ مختيارڪاريءَ جي درجي تي پهتو. اسڪول جي ڏينهن کان هي شعر ۾ طبع آزمائي ڪندو هو، جڏهن 1931ع ۾ بدين جو مختيارڪار هو، تڏهن هن هڪ ڪتاب ”تحفہ سنڌ“ شعر ۾ لکي ڇپايو؛ جنهن ۾ ڊاڪٽر محمد اقبال جي ”شڪوه“ جي طرز تي شعر لکيل هو. اُن جي ڇپجڻ تي اخبارن ۾ ملن مولوين طرفان هن جي گهڻي مخالفت ٿي، پر ان ڪري ڪافي مشهوري بہ ٿيس ۽ نئين روشنيءَ وارن ۽ ترقي پسند حلقن ۾ مقبوليت بہ حاصل ٿيس. هڪ ڀيري دادا چيتمل پرسرام سان هن جي ملاقات ٿي، تنهن سندس ڏاڍي اچي ساراهہ ڪئي– چي، هڪ نهايت عمدن خيالن ۽ اوچي طبيعت جو نوجوان ڏسي آيو آهيان! آخر ترت ئي منهنجي حيدرآباد جي ٿياسافيڪل سوسائٽي هال ۾ ساڻس ملاقات ٿي. اتان کيس وٺي خواجہ حسن جان صاحب سرهنديءَ وٽ ويس، جن کي مون عرض ڪيو تہ، ’هن نوجوان شاعر کي ڊاڪٽر اقبال جي شڪوي جهڙي شعر تي ملن تنگ ڪيو آهي، ان کان اوهان مهرباني ڪري سندس جان آزاد ڪرايو.‘ اتي گفتگو ٿيڻ بعد، معاملو سڌرڻ بدران مرڳو وڌيڪ مُنجهي پيو. آخر وجهہ وٺي، هن کي واپس موٽائي آندم. مذهبي ماڻهن جي ڪٽرپڻي خلاف هن تي ان کان اڳ اثر ويٺل هئا يا نہ، ان جو پتو ڪونہ آهي، ليڪن منهنجي سمجهہ موجب ان ملاقات کيس ظاهري

مذهب کان گهڻو متنفر ڪري ڇڏيو.

هي، ڪجهہ وقت کان پوءِ، سرڪاري نوڪريءَ ۾ ترقي ڪندو، وڃي پڪي ڊپٽي ڪليڪٽر جي درجي تي پهتو. ڪتابن پڙهڻ جو هن کي گهڻو شوق هو. انهيءَ عرصي ۾ هن مختلف مسئلن تي چڱو مطالعو ڪيو. سندس زندگيءَ تي ڪهڙن ڳالهين ردعمل آندو، ڪهڙا ڪتاب ۽ ماڻهو مٿس اثرانداز ٿيا. انهن جي کوجنا بذات خود هڪ دلچسپ مطالعو ٿيندو. انهيءَ تفصيل ۾ وڃڻ هن مضمون جو موضوع نہ آهي، ليڪن جيڪڏهن سندس حياتيءَ تي سرسري نظر وجهبي، تہ معلوم ائين ٿيندو تہ زمينداري طبقي جي ظلم ۽ عياشيءَ ۽ عوام کان سندن بي التفاتيءَ، ڪامورن جي رشوت خوريءَ ۽ خود مطلبيءَ، انگريزن کان آزاديءَ لاءِ لڙندڙ نوجوانن تي حڪومت جي سختيءَ، مُلن طرفان مذهب کي تنگ دائري ۾ محدود ڪري ڇڏڻ جي هوڏ هن تي گهڻو اثر ڪيو ٿو ڏسجي. آخر دنيا جي نئين پيدا ٿيل حالات، ڪتابن جي مطالعي، ۽ حساس دل گڏجي کيس زندگيءَ ۾ انقلابي قدم کڻڻ لاءِ آماده ڪيو، ۽ باوجود دوستن جي روڪڻ جي، هن ڊپٽي ڪليڪٽريءَ تان 1943ع ۾ استعيفيٰ ڏيئي ڇڏي.

هيءُ غريب گهر جو ماڻهو هو. نوڪريءَ جي زماني ۾ ايماندار رهڻ ڪري پيسو گڏ ڪري نہ سگهيو. نوڪريءَ کان ٻاهر نڪرڻ بعد، جي مُشڪلاتون سامهون اچڻ واريون هيون، انهن جي پرواهہ نہ ڪيائين- بقول شاعر:

**"جنهن کي تار لڳي يار جي،**
**سا ڪيئن ڪندي گهر ٻار جي!"**

دادا چيتمل، شيخ عبدالمجيد، جمشيدمهتا سان گڏ اسان 1930ع ۾ سنڌ هاري ڪميٽيءَ جو بنياد وجهي چڪا هئاسون. پر ڪابہ تحريڪ، پڪي پايي تي اچي نٿي سگهي، جيستائين ان لاءِ مخلص ماڻهو پنهنجيون زندگيون وقف نہ ڪن. اسان سيني جا گهڻن ڳالهين ۾ هٿ ڦاٿل هئا. ان وقت ملڪ ۾ ٻن سياسي جماعتن جو دورو هو: (1) ڪانگريس، ۽ (2) مسلم ليگ. شهرت ۽ طاقت انهن جي ذريعي حاصل ٿي سگهي ها، پر حيدربخش ڏسي وائسي هاري

جماعت جو ڪم هٿ ۾ ڪنيو، جا ان وقت مخلص ڪارڪنن جي گهٽتائيءَ ڪري، نيم مرده حالت ۾ پيئي هئي.

ان وقت هن "آزاديءِ قوم" نالي هڪ مخمسؔ شعر جو ڪتاب ڇپائي پڌرو ڪيو، جنهن ۾ هن سنڌي شعر کي وقت جي تقاضا مطابق نئين لباس پهرائڻ جي ڪوشش ڪئي.

سگهو ئي ڪيس، سارو وقت هاري تحريڪ لاءِ وقف ڪرڻ جي صلي ۾، سنڌ هاري ڪميٽيءَ جو صدر چونڊيو ويو. حيدرآباد ۾ جاءِ وٺي، اتي سنڌ هاري آفيس کوليائين. "هاري حقدار" نالي هفتيوار اخبار ڪڍڻ لڳو. پيسي جي گهٽتائي، روزگار جي تنگي، هم خيال ۽ هم نوا دوستن جي ٿورائي، هن جي عزم ۽ استقلال کي جهڪو ڪري نہ سگهيون. آهستي آهستي ڪري، هو سنڌ جي قومي ڪارڪنن ۾ هڪ مستقل مقام حاصل ڪري ويو، ۽ ڪامريڊ حيدر بخش جي پياري نالي سان مشهور ۽ مقبول عام ٿي ويو.

ٻه- ٽي ڀيرا هو سنڌ اسيمبليءَ جي چونڊن ۾ اميدوار بيٺو، پر پيسي جي گهٽتائيءَ، عوام ۾ سياسي شعور جي ڪميءَ، عملدارن ۽ زميندارن جي گونڊاگرديءَ وغيره سببن ڪري ميمبر چونڊجي نہ سگهيو. اسيمبليءَ ۾ نہ چونڊجڻ ڪري کيس ڪوبہ ذاتي نقصان ڪونہ پهتو، پر عوام کي پنهنجي حقن جي حفاظت لاءِ جيڪو ڪم ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي ڏئي ها، اهو ڪم پوءِ اسيمبليءَ ۾ ڪين ڪوبہ ڏيئي ڪونہ سگهيو.

1955ع ۾ ون يونٽ ٺاهڻ وقت هن ان جي خلاف ڪتاب لکيا، احتجاجي آواز بلند ڪيو، ٺهراءُ پاس ڪرايائين ۽ ان جي عيوض اسان سان گڏ کيس جيل ۾ موڪليو ويو. پر هن جي همت ۽ استقلال ۾ ڪابہ ڪمي پيدا نہ ٿي. عوام ۾ سياسي شعور پيدا ڪرڻ لاءِ هن مجنون وانگر هر هنڌ جلسا ڪري تقريرون ڪيون، ڳوٺن ۾ ويو، بعضي وقتن تي گاڏيءَ ۾ سوار ٿيڻ بعد هڪ گاڏيءَ ۾ تقرير ڪري، وري اتان لهي ٻي گاڏي ۾ چڙهي دوائون وڪڻندڙ پروپيگنڊسٽ وانگر ڦرندو رهندو هو. هيءُ ڊپٽي ڪليڪٽر جي عهدي تي رهي چڪو هو. اهي انگريزي ملازمت جا عهدا ماڻهن کي فرعونيت جي هوا دماغ ۾ ڀري ڇڏيندا آهن، جو اهڙن عهدن وارا جڏهن پينشن تي ويندا آهن، تہ بہ

عوام سان ملڻ ۾ عيب سمجهندا آهن، پر عوام جي عشق ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي نه صرف عهدي کي لت هڻي ڇڏي، پر ان مان پيدا ٿيندڙ هر ڳالهه جي فتو ڪري ڇڏيائين. اجا تائين به جڏهن ڪي ڪامورا کيس چوندا آهن ته، 'هن وقت نوڪريءَ ۾ هجين ها، ته سينيئر ڪليڪٽر يا ڪمشنر جي عهدي تي هجين ها. ناحق انهن ماڻهن لاءِ پنهنجو مستقبل خراب ڪيئي، جن وٽ تنهنجو قدر نه آهي' - ته هن جو جواب اهو هوندو آهي ته، "منهنجو مستقبل قوم جي مستقبل کان سواءِ ڪجهه نه آهي. جيڪي ڪيو اٿم ان تي، باوجود مشڪلاتن جي، خوشي اٿم، ارمان ڪونه اٿم."

هن وقت ملڪ جا ڏسڻا وائسڻا ماڻهو معمولي لالچ خاطر ملڪ ۽ ماڻهن جو مفاد ۽ عزت وڪڻڻ لاءِ تيار ٿيو وڃن. ائين ڪندي، هنن کي ضمير جي ڪابه ڇهنڊڙي ڪانه پوندي آهي، بلڪ اُن بيغيرتيءَ تي فخر ڪندا ڏسڻ ۾ ايندا آهن. ان قحط الرجاليءَ جي زماني ۾ اهڙن مرد مجاهدن جو قوم ۾ پيدا ٿيڻ، جي سراسر قربانيءَ ۽ ايثار جا مسجما آهن، وڏي غنيمت آهي.

هن زباني تبليغ کان سواءِ مختلف ملڪي، اقتصادي ۽ سياسي مسئلن تي، وقت جي ضرورت مطابق، نهايت عمدا مضمون، پمفليٽ ۽ بوڪليٽ ڇپائي يا سائيڪلو اسٽائيل ڪرائي، پئي ورهايا آهن، جن مان اڪثر ضبط ٿي ويل آهن. ڪن جي لکڻ ڪري هن کي سزا آيل آهي. پر سنڌيءَ ۾ چوڻيءَ آهي ته، "چري ڪيئن، چي ويرون وير وڌا!" ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي ڏينهون ڏينهن زور آهي.

مارشل لا ملڪ سان لاڳو ٿيڻ بعد گهڻن ڪارڪنن جا ماشا ئي ڍرا ٿي ويا. هن کي به جيل ۾ موڪليو ويو. ڇٽڻ بعد هڪ پمفليٽ سنڌ جي ڍلن تي لکيائين. کيس ٽي سال سزا آئي. مرد ٿي ڪمائي آيو. تازو ٻڌڻ ۾ آيو آهي ته پنهنجي نقطه نگاهه کان قرآن شريف تي ريويو لکيو اٿس. پاڪستان جهڙي مذهبي جنون واري ملڪ ۾، جتي تنگ دلي ۽ ڪٽرپڻو حد درجي تي پهتل آهي، اتي اهڙي تصنيف ڇپجڻ يا پڙهڻ برداشت ٿي سگهي يا نه؟ مون ڪتاب نه پڙهيو آهي، نه ڏٺو آهي. پر جيڪي ٻڌو اٿم ۽ سندس ٻين تصنيفن مان جيئن معلوم ٿئي ٿو، ته اهو ڪتاب ضرور بي مثل هوندو، جنهن جي لکڻ تي چار

سال لڳايا اٿس.

هن وقت هو وڏيڪ تصنيف ۽ تاليف جي ڪم ۾ مشغول آهي. خدا کيس وڏي حياتي ڏئي، ۽ هو قوم جي نت نئين سر خدمت ڪندو رهي. کيس پنج فرزند آهن: (1) مصطفيٰ، (2) مظهر علي، (3) دادن، (4) حاتم، ۽ (5) مرتضيٰ.

**- ليکڪ: جي. ايم. سيد**

*محترم سائين جي. ايم. سيد جيءَ ڪتاب "جنب گذاريم جن سين" - جلد پهريون، مطبوعه 1967ع تان کنيل.



کاٻي کان ڪامريڊ حيدربخش جتوئي، مظهر علي جتوئي،
دادن جتوئي، حاتم جتوئي، مصطفيٰ جتوئي ۽
ممتاز حيدر جتوئي جي 1945ع ۾ نڪتل تصوير.

# باباءِ سنڌ جي سوانح حيات

”باباءِ سنڌ“ جي شخصيت پنهنجي فن ۽ ملڪي خدمت جي سلسلي ۾ ڪنهن بہ تعارف جي محتاج نہ آهي. حيدر جو ڪردار هڪ محب وطن ۽ غيور سنڌيءَ جو ڪردار آهي. هڪ محب وطن جا اوصاف– سادگي ۽ سنجيدگي، همت ۽ بي باڪي، بلند حوصلو ۽ جوان مردي، انسانيت سان محبت ۽ عوام جي خدمت گذاري، اهي سڀ سندس عظيم شخصيت جا قابل تعريف جوهر هئا.

حيدر 7 آڪٽوبر 1901ع تي ڳوٺ ”بکي ديري“ تعلقي ڏوڪريءَ ۾ ڄائو. سندس والد فقير الهداد خان جتوئي پنهنجي راڄ جو پريو مڙس هو. فقيراڻي وضع قطع وارو درويش صفت هو.

مئي 1911ع ۾ ڳوٺ پناهہ تعلقي ڏوڪري جي پرائمري اسڪول ۾ داخل ٿيو، جتان 31 آڪٽوبر 1918ع ۾ سنڌي فائنل جو امتحان لاڙڪاڻي مان پاس ڪيائين ۽ سڄيءَ سنڌ ۾ پهريون نمبر آيو. 1919ع ۾ لاڙڪاڻي جي مدرسة السلام ۾ داخل ٿيو. ٻن سالن ۾ پنج درجا انگريزي پاس ڪيائين. 1923ع ۾ مئٽرڪ جي امتحان ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ طرفان لاڙڪاڻي سينٽر مان سنڌ ۾ پهريون نمبر کنيائين. 1927ع ۾ ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ڪراچي مان بي. اي. آنرس ڪيائين.

1927ع ۾ ملازمت جي چونڊ ۾ پهريون نمبر آيو، ۽ روينيو کاتي ۾ هيڊ منشيءَ سان ملازمت شروع ڪيائين ۽ رتي ديري، قنبر ۽ جوهيءَ ۾ هيڊ منشي ٿي رهيو. 1931ع ۾ خدمتِ خلق جي خيال کان استعيفيٰ ڏنائين، مگر انگريز ڪليڪٽر سندس استعيفيٰ منظور نہ ڪئي، ۽ ڪيس مختيارڪار ڪيائون. پاڻ ڏوڪري، بدين، جيمس آباد، ڊگهڙي ۽ گهوٽڪي ۾ مختيارڪار ٿي رهيو. 1936ع ۾ قادرپور شهر تعلقو گهوٽڪي ٻوڏ جي زد ۾ اچي ويو، پاڻ رات ڏينهن هڪ ڪري بند ٻڌائي، شهر کي بچائڻ ۾ ڪامياب ٿيو. اڄ تائين ان ٽر جا ماڻهو سندس ذڪر عزت ۽ محبت سان ڪري رهيا آهن.

1943ع کان 1944ع تائين اسپيشل ريڪوري آفيسر ڪوآپريٽو سوسائٽيز ان سنڌ ٿي رهيو؛ جنهن ۾ مقروض هارين ۽ بدحال غريبن جا قرض ۽ وياج پنهنجي اختيار ۽ حوصلي سان معاف ڪري ڇڏيائين. ان وچ ۾ 1941ع ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر ٿيو.

اڳتي هلي ڊپٽي ڪليڪٽرن جي سينيئر گريڊ ۾ ڪيس اسسٽنٽ مئنيجر انڪمبرڊ اسٽيٽس ۽ ڪورٽ آف وارڊس مقرر ڪيو ويو.

ان کان اڳ 44-1943ع ۾ حرن خلاف قائم اسپيشل مليٽري ڪورٽ ۾ جج مقرر ٿيو. ان عرصي ۾ ڪنهن به هڪ حر کي سزا نه ڏني ويئي. سندس قانوني مهارت کي ڏسي انگريز جج حيران رهجي ويا.

ڪورٽ آف وارڊس کاتي ۾ رهي ڪري سنڌ جي ڪافي رنن زالن، يتيمن، ٻارن ۽ بيواهن جي خدمت ڪيائين. ڪتنين جا ڪتنب سنڀاليائين ۽ انهن کي تعليم ڏيائين ۽ ڪورٽ آف وارڊس ۾ آيل سون زميندارن ۽ ڪاتيدارن جون ملڪيتون تباهي کان بچايائين. ايتري قدر جو انگريزن پنهنج گزيٽ ۾ اقرار ڪيو ته، "سنڌ ۾ فقط به آفيسر ايماندار ۽ ديانتدار آهن، هڪ نورالدين صديقي ۽ ٻيو حيدر بخش جتوئي."

1945ع ۾ ملازمت تان استعيفي ڏيئي ملڪي ۽ قومي خدمت لاءِ پاڻ کي وقف ڪيائين. سڀ کان اول "سنڌ هاري ڪاميٽي" ۾ شامل ٿيو؛ ۽ ان جو جنرل سيڪريٽري مقرر ٿيو. 1947ع ۾ رتيديري جي اجلاس ۾ ڪيس صدر چونڊيو ويو؛ ان طرح مختلف وقتن تي جنرل سيڪريٽري ۽ نائب صدر پڻ ٿي رهيو. وفات تائين "سنڌ هاري ڪاميٽيءَ" جو صدر هيو.

هاري ڪاميٽيءَ جي تنظيم حي سلسلي ۾ هينيان قابلِ تعريف ڪم ڪيائين:

1- "هاري حقدار" هفتيوار شروع ڪيائين، جنهن جو پاڻ ايڊيٽر ٿيو. سالن تائين اها اخبار جاري رهي.

2- سنڌ جي سيني ضلعن ۾ تعلقي وار ۽ ضلعي وار هاري آفيسون قائم ڪيائين.

3- سنڌ جي وڏن شهرن ۽ ننڍن ڳوٺن ۾ سالياني خواه ننڍيون ۽ وڏيون هاري ڪانفرنسون ۽ جلسا ڪيائين.

4- هارين ۽ زميندارن جي سيني مسئلن متعلق سوين چاڻو هاري ڪارڪن پيدا ڪيائين.

5- 1947ع ۾ اڌ بٽئي جي تحريڪ هلائي ان کي ڪامياب بنايائين.

6- 1950ع ۾ هارين لاءِ سنڌ ٽيننسي ايڪٽ پاس ڪرايائين. 3 اپريل 1950ع تي سندس اڳواڻيءَ هيٺ سنڌ جي هزارين پرجوش هارين ڪراچي ۾ سنڌ اسيمبليءَ تي گهيراءُ وجهي مٿن زور آندو ته سنڌ ٽيننسي ايڪٽ پاس ڪيو وڃي، جو مجبورن ان وقت جي وزير اعليٰ– مسٽر يوسف هارون پاس ڪيو.

7- 1952ع ۾ گورنري راڄ جي زماني ۾ گورنر مسٽر دين محمد کان سندس پاران پيش ڪيل ٽيننسي ايڪٽ واريون ترميمون منظور ڪرايائين؛ جنهن مان هارين کي وڏيڪ فائدو پهتو.

8- 22 فيبروري 1958ع تي سندس قيادت ۾ هزارين الاٽي هارين، ان دور جي صدر مملڪت اسڪندر مرزا سان ملاقات ڪئي ۽ ڪيس مقامي هارين جي حقن ۽ تڪليفن کان واقف ڪيائين، جن کي راشي ڪامورا ۽ ڪي ظالم زميندار رشوتون وٺي ٻاهران آيل مهاجرن ۽ پنجابي.ڪاٺيدارن کي ورسائيندي برباد ڪري رهيا هئا. ان سلسلي ۾ صدر مملڪت کي متاثر ڪري هڪ سال لاءِ اسٽي آرڊر ورتائين، جنهن جي ڪري هڪ طرف سنڌ جي لکين بنيادي مقامي هارين جي ملڪيت بچي وئي ۽ ٻئي طرف سنڌ ۾ ڪالونائيزيشن واري تخريب پسند تحريڪ کي ختم ڪيائين، جا اڳتي هلي سنڌ جي غدار ۽ غلط ڪار ليڊرن ون يونٽ جي صورت ۾ واپس آندي.

9- 1967ع ۾ حيدرآباد ۽ ڪراچي ۾ سنڌ هاري ڪانفرنسون ڪوٺايائين، جنهن جي ڪري هارين جا ڪيترا مطالبا منظور ٿيا.

1945-46ع واري اليڪشن ۾ پهريون دفعو پاڻ لاڙڪاڻي مان اميدوار بيٺو. 1951ع ۾ قنبر، شهدادڪوٽ مان بيٺو. دادو– جوهي ضمني اليڪشن جي موقعي تي ڪيس دادوءَ ۾ داخل ٿيڻ تي بندش وڌي ويئي ۽ سندس نامينيشن فارم رد ڪيو ويو. سانگهڙ، نواب شاهه ۽ سکر ضلعن مان چوٿي اليڪشن مان اميدوار بيٺو، پر پيپرن داخل ڪرڻ وقت ڪيس ضلعي کان

نيڪالي ڏني ويئي. 1950ع کان وٺي مختلف وقتن تي کيس ڳوٺ ۾ نظربند رکيو ويو، ۽ مختلف ضلعن ۾ سندس داخلا تي بندش وڌي ويئي. 1949ع کان 1969ع دوران اٽڪل اٺن سالن جو عرصو جيل ۾ رهيو. ان سلسلي ۾ ڪئمبل پور، مڇ، لال قلعو لاهور، مياتوالي، سکر، ڪراچي، حيدرآباد ۽ نواب شاهه جي جيلن ۾ رهيو.

1954ع کان وٺي 1969ع تائين، ون يونٽ جي خلاف هلايل جدوجهد، تقريرون، تحريرون، جلسن، ٽرئڪٽ ۽ رسالن لکڻ ڪري کيس اڪثر وقت جيل ۾ گذارڻو پيو. جيل جي عرصي ۾ جنهن غيرت، همت ۽ حب الوطني تي قائم رهيو؛ ان جو ڪو مثال ملي نٿو سگهي.

13 سيپٽمبر 1969ع تي هن سنڌ جي عظيم سورهيه تي گذريل دور جي قربانين، زماني جي گردشن، جيلن جي صعوبتن مان پيدا ٿيل ضعف ۽ ڪمزوريءَ ڪري ڪم ڪندي فالج جو حملو ٿيو. ڇهه مهينا مسلسل علاج جاري رهيو. صحت ياب ٿيڻ تي 18 نومبر تي گهر آيا. رستي ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ وٽ سنڌي لسٽن بابت بک هڙتالي شاگردن ۽ ليڊرن کي مبارڪباد ڏني ۽ گلن جا هار پاتا.

صحتياب ٿيڻ کان پوءِ 30 مارچ 1970ع تي کيس جگر جي ڪينسر جي تشخيص ڪئي وئي. 5 اپريل تي سنڌ جي عالمن، اديبن، شاعرن، دانشورن، محب- وطن اڳواڻن، هاري ورڪرن، قومي ڪارڪنن، مزدورن، هارين ۽ شاگردن کي پنهنجي رهائش گاهه تي گهرايائين. کين هڪ پرجوش ۽ ولوله انگيز خطاب ۾ "جيئي سنڌ" جا نعرا هڻندي سنڌ جي آزادي ۽ حفاظت لاءِ تاڪيد ڪيائين.

علالت جي دور ۾ ملڪ جي ڪيترن مشهور سياسي اڳواڻن، شاگرد رهنمائن، هاري ورڪرن، مزدور ليڊرن سان پاڻ ملڪ جي سياسي حالات تي تبادله خيالات ڪندو هو ۽ کين سنڌ جي سياسي مسئلن تي هدايتون پڻ ڏيندو هو.

ان سلسلي ۾ اديبن، دانشورن، شاعرن ۽ مفڪرن سان سنڌ جي ادبي، تهذيبي ۽ ثقافتي مسئلن تي خيالن جي ڏي وٺ ڪيائين. ان قسم جون محفلون هر وقت ٿينديون رهيون.

”باباءِ سنڌ“ حيدر بخش جتوئي بستري علالت تي رهندي به فقط ”سنڌ“ لاءِ سوچيندو رهيو. ان سلسلي ۾ ڪيترن اهم سياسي مسئلن تي حقيقت افروز اخباري پڌرايون به ڪندو رهيو.

علالت کان ٿورو اڳ پاڻ ڪراچي جي هڪ اجلاس ۾ صدر مملڪت جنرل يحيٰ خان کان اهو مطالبو ڪيائين ته هو مارشل لا ريگيوليشن لڳائي فورن ون يونٽ کي ٽوڙي، اڳين صوبن کي بحال ڪري تاريخ ۾ پنهنجي لاءِ قابلِ ذڪر باب پيدا ڪري. ان سلسلي ۾ صدر يحيٰ خان کي دلنشين پيرايي ۾ تار رستي اپيل ڪيائين ۽ سڄي سنڌ جي سياسي ليڊرن، هاري ورڪرن، اديبن، دانشورن، شاگردن ۽ وڪيلن کي هدايت ڪيائين ته هو ون يونٽ جي ٽوڙڻ جي لاءِ هر هنڌ ون يونٽ ٽوڙ ڪانفرنسون ڪن. جلوس ڪڍن. جلسا ڪن. احتجاج بلند ڪن. نهراءُ پاس ڪري سرڪار جو ڌيان ڇڪائين: ”جيئي سنڌ تحريڪ“ جي پيغام کي گهر گهر پهچائين. ان وچ ۾ سرڪار جي ڪن ڇاڙتن ون يونٽ ٽوڙڻ جي سلسلي ۾ ڪي اجايون سڄايون قانوني رڪاوٽون بيان ڪيون جن جا دندان شڪن جواب بسترِ علالت تان ڏيندو رهيو. تان جو همه گير احتجاج کان مجبور ٿي ”باباءِ سنڌ“ حيدر بخش جتوئيءَ جي تجويز موجب صدر يحيٰ خان مارشل لا ريگيوليشن لڳائي ون يونٽ کي ٽوڙڻ جو اعلان ڪيو! ”باباءِ سنڌ“ پهريون سياسي بصيرت وارو ليڊر هو، جنهن جي اها تجويز قابلِ قبول رهي ۽ پاڻ نهايت خوشيءَ سان صدر يحيٰ خان کي مبارڪ بادي جو پيغام موڪليائين. سندس حال لطيف جي هن روح آفرين ارشاد وانگر هو:

**جسو زنجيرن ۾، راتيان ڏينهان روءِ،**
**پهرين وڃان لوءِ، پوءِ مر پڄنم ڏينهڙا.**

پنهنجي جُسي کي غلاميءَ جي زنجيرن مان آزاد ڪري، ”جيئي سنڌ“ جا نعرا هڻي، سنڌ کي آزاد ٿيندي ڏسي، پنهنجي آخري سفر تي 21 مئي 1970ع تي روانو ٿي ويو.

جيئي سنڌ جيئي جتوئي

---

**سنڌ هاري ڪاميٽي حيدرآباد طرفان سن 1973ع ۾ ڇپايل سووينئر ”باباءِ سنڌ جي سنڌ لاءِ جدوجهد جو تاريخي ۽ معلوماتي جائزو“ تان ورتل.**



ڪامريڊ حيدربخش جتوئي جي پنهنجي ڪٽنب سان گڏ نڪتل تصوير

# اهي ڏينهن آهي شينهن

**چو اهل دل زعشق افسانہ گويند،**
**حديثِ بلبل و پروانہ گويند. - جامي**

مولانا عبدالرحمان ’جامي‘ چوي ٿو تہ، ”عشق جو قصو ڇڙندو تہ بلبل ۽ پرواني جو ذڪر ڪينءَ نہ ايندو؟“

سنڌ جي سوز ساز جي حڪايت هلندي، تہ حيدر بخش مرحوم جي ڪهاڻي ڪهڙيءَ طرح نظرانداز ٿيندي؟

لاڙڪاڻي ضلعي ۾ ڏوڪري تعلقي جي هڪ واهڻ اندر ولادت ٿيس. سندس والد الهداد خان مرحوم ڀاهرايءَ جو ڪاتيدار ۽ منهنجو يار هو. متبرڪ صورت، ڊگهي چاپوين سفيد سونهاري ۽ خود بہ سفيد پوش، نمازي نيڪ بخت. سندس ڀاڙيچن، وڏن وڏيرن مان گهٽن پُٽن کي ڀاٽارين هلائڻ جي سکيا ڏني؛ پر ميان الهداد پنهنجي پٽ کي اعليٰ انگريزي تعليم ڏياري مختيارڪار مقرر ڪرايو. هونءَ تہ وڏي ڳالهہ ٿي ويئي، پر وچ ۾ وڏو خرخسو پيدا ٿي پيو، ميان حيدر بخش- شاعر مزاج واقعي ٿيو هو؛ شاعريءَ تي ڪنٽرول رکي ڪونہ سگهيو. انهن ڏينهن ۾ علامہ اقبال رحمتہ الله عليہ جي ’شڪوه‘ جو ڇهڇٽو هو. ميان جي دل بہ ڪانہ رهي. ساڳئي طرز تي هڪ منظوم شڪايت نامو شايع ڪرائي وينو، جنهن ۾ باري تعاليٰ سان سوال و جواب ٿيل هو تہ غريب، غريب ڇو ۽ امير، امير ڇو آهي. مذهبي حلقن اعتراض ورتو. ساڳيءَ طرح حضرت اقبال تي بہ اعتراض ٿيا هئا، پر هو سياڻو هو، تهہ پهہ ’جواب شڪوه‘ لکي ڳالهہ کي ٿڌو ڪري ڇڏيائين. هتي ميان حيدر بخش کان اهڙي ڦڙتائي ڪانہ پڳي. بندن جي وڪالت تہ ڪري وينو هو، پر ساڳي وقت بيءَ ڌُر جي بہ وڪالت ڪرڻ جو پاڻ ۾ پوتو پائئين ڪونہ سگهيو.

ويچارو وچ ۾ اٽڪي بيهي رهيو. مٿان اچي اعتراضن ۽ ملامت جو مارو پيس. منهنجي اخبار جي مئنيجر، آغا نظر علي خان مرحوم جي جذباتي رڳ

به ڦڙڪي اُٿي هئي؛ جڏهن جهيڙي ديگهه ورتي ۽ ان جي ختم ٿيڻ جي علامت ڪانه نظر اچڻ لڳس ته مرحوم اچي مون تي زور وڌو ته آءٌ قلم ڪم آڻي ان قصي کي ڪنهن طرح ڪوتاهه ڪراپان. آءٌ انهن ڏينهن ۾ موڪل تي هوس ۽ ڪچي ۾ شڪار پئي ڪيم؛ هڪ ڏينهن تاڪ منجهند جو ڪيئي ميل واريءَ جو پنڌ هٽي اچي آغا صاحب مون کي هٿ ڪيو. معلوم هوس ته آءٌ مضمون نويسيءَ جي موڊ ۾ ڪونه هوس، تنهنڪري وڏو ناٽڪ ڪرڻو پيس: پهريان ته ايندي شرط بيهوشيءَ جو بهانو ڪري پٽ تي ڪِري پيو؛ پَٽ تان ڪٽي کيس کٽ تي وڌوسين ۽ مٿانس پاڻي ڇڙڪايوسين، ساعت سوا بعد ٻُٽڪڻ لڳو ته، "ڏنڊڻ پئجي ويا اٿم، اُهي پچو."

مون چيس ته، "ڏنڊڻ پيل اٿئي ته پوءِ ڳالهائين ڪيئن ٿو؟"

چيائين، "ايمان جي سلامتيءَ سان."

مون نوڪر کي وڏي واڪي چيو، "ته ڏوئيءَ جو ڳن وات ۾ لنگهائي ميان جا ڏندڻ پچو."

ڏوئيءَ جي ڳن جو ٻڌي نوڪر کي هڪل ڏنائين، "نالائق جهل ڏوئي، الله وارن جي وات ۾ ڏويون لنگهائبيون آهن، هي پير ته اندو ٿي ويو آهي، تون ته اک پٽ."

نوڪر چيس، "پوءِ ڏندڻ ڪيئن پچان؟"

آغا صاحب وراڻيس، "الله وارن جا ڏندڻ مومن ٿڌيءَ لسيءَ سان پچندا آهن."

ٿڌي لسي آئي، برف جي ڪمي محسوس ٿي، پر برف ڪچي ۾ ڪٿان اچي ها. بهرحال آغا جا ڏندڻ پڳا، ڏندڻ پچڻ شرط سندس اشتها به کلي. حڪم ٿيو ته يخني تيار ٿئي تترن جي گوشت ۾، جيئن اندر آندن جا ڏندڻ به پچن. اُهو انتظام به ٿيو. آخر آغا صاحب پنهنجي اچڻ جو مقصد ٻڌايو: "چي، حيدر بخش جي گستاخانه ڪلام دليون ڏاري ڇڏيون آهن. رات خواب ۾ من کي حضرت پيران پير رحمت الله عليه حڪم ڪيو آهي ته راشديءَ کي وڃي منهنجا سلام ڏي، ان کان زوردار مضمون لکرائي حيدر بخش واري فتني جو خاتمو ڪراءِ."

مون ڏٺو ته جيڪڏهن آغا مان جلد جان نه ڇڏائي وئي ته هو هت رهي، رات ڏينهن رودن ڪري، منهنجي شڪار جو مزو وڃائي ڇڏيندو؛ نه فقط ايترو پر شايد مجبور به ڪندو ته آءٌ موٽي هلي سکر ۾ رهي ڪفر ۽ اسلام جي ان جهيڙي کي منهن ڏيان. تنهنڪري تڙ تڪڙ ۾ هڪ آڏو ٽيڏو مضمون لکي سندس حوالي ڪيم. مضمون جو بنياد هن ڳالهه تي رکيم ته، "حيدر بخش سرڪاري آفيسر يعني مختيارڪار آهي؛ سندس لکپڙهه پنهنجن آفيسرن سان هجڻ گهرجي؛ هن کي ڪهڙو حق آهي ته پنهنجن ٽُرت عملدارن کان بالا بالا خود خدا سان سڌي لکپڙهه شروع ڪري ڏئي؟ جيڪڏهن هو ائين ڪرڻ کان باز نٿو اچي ته سرڪار کي 'ڊسپلينري' قدم کڻي کانئس پهرئين نوڪري ڇڏرائڻ گهرجي."

مضمون انگريزيءَ ۾ هو؛ انگريزيءَ ۾ ئي ڇپيو؛ ڪيڊل صاحب ڪمشنر پاڻ پڙهيو؛ نڪته نواز هو، مون وارو منطق سمجهه ۾ اچي ويس. حڪم ڪيائين ته، "يا حيدر بخش نوڪريءَ کان استعفيا ڏئي يا پنهنجو 'تحفه سنڌ' واپس وٺي، افسوس جو اظهار ڪري."

ان وچ ۾ چاچو الهداد خان مرحوم به پهچي ويل هوس؛ حيدر بخش بيءَ کي جواب ڏئي نه سگهيو؛ ڪمشنر جي حڪم موجب "تحفو" واپس وٺي، اظهارِ افسوس ڪري، معاملي کي ختم ڪرايائين.

ان واقعي کان پوءِ مرحوم سان منهنجي ذاتي واقفيت جو دؤر شروع ٿيو. شديد نظرياتي اختلافن هوندي به، موقعي سارو، پاڻ ۾ ملي ڪجهه گرهيندا هئاسين. اديب هو، شاعر هو، وسيع مطالعو هوس. سائس علمي گفتگو هرويرو وقت جو زيان ڪونه هوندي هئي. ڪجهه وقت تائين پاڻ نوڪري ڪندو رهيو، پر دل نوڪريءَ سان ڪاٺ تي لڳس؛ موقعي لاءِ واجهائيندو رهيو ته ڪنهن ڏينهن انهن مجبورين مان نڪري کُليو کُلايو سنڌ جي ڏکوين کي ڏڍُ ڏيڻ جي قابل ٿئي.

مختيارڪاريءَ مان ترقي ڪري ڊپٽي ڪليڪٽر بڻيو، ۽ امڪان هو ته جلد ڪليڪٽري به ماڻي، پر مڙس وڌيڪ ساهه منجهائي ڪونه سگهيو. حيدرآباد ۾ انڪمبرڊ اسٽيٽس جو ڊپٽي مئنيجر هو، جو صلاح لاءِ مون کي

سڏاياائين– ڪيس معلوم هو تہ سندس معاشي عقيدن سان مون کي سخت اختلاف آهي، پر ان هوندي بہ اُهَ ذاتي دوستيءَ ۾ پختو آهيان ۽ جيڪا صلاح ڪيس ڏيندس، سا عقل ۽ خيرخواهيءَ جي هوندي. مون کي ساڻس ملاقات وارو اُهو ڏينهن اڄ بہ چٽائيءَ سان ياد آهي. پاڻ ٻڌاياائين تہ سندس لاءِ نوڪري ڇڏي آزاد ٿيڻ جو هينئر وقت اچي ويو آهي؛ عمر وڏي ٿي ويس تہ پوءِ ڪجهہ ڪري ڪونہ سگهندو؛ تنهنڪري جوانيءَ ۾ ڪم ڪرڻ جا ڏينهن، وڃائي ويهڻ نٿو گهري؛ سنڌ جي هارين ۽ ڏتڙيل ڳوٺاڻن جي خدمت سندس نصب العين آهي.

گهڻو ئي سمجهايومانس؛ هر نوع جا دليل ڪم آندم؛ ذاتي، سياسي، نظرياتي، حتاڪ سندس ننڍڙن ٻارن جي مستقبل جا بہ ڪيس واسطا وڌم. پانيم تہ پِرمي پوندو– پر اندر ۾ جا باهہ پڙڪا ڪائي رهي هيس، سا منهنجي اُجهائي ڪانہ اُجهاڻي. مون اجا حيدرآباد مان مَس پٺي ڏني تہ پاڻ استعيفا ڏئي، فقيراڻو آدرش اختيار ڪري، ”هست“ سان ٽڳا توڙي، ”نيست“ سان ناتا جوڙي، سنڌي سياست جي رُڃ اندر ڪاهي پيو. سڪٽامل! پالهي مل پيغام موڪليا ٿئي!

هاڻي سنڌ جا وڏيرا ۽ وزير هڪ پاسي، تہ حيدر بخش جو نعرو ”هاري حقدار“ ٻئي پاسي. ووٽ ملڻ جو آسرو هجي يا نہ، پر ڪنهن نہ ڪنهن وزير کي دِق ڪرڻ ۽ غريبن جي درن تي ڊوڙائڻ خاطر، حيدر بخش جو پيپر سندس خلاف ضرور داخل ٿيندو. طاقت وارو جيڪو بہ اڳواڻ ڏٺائين تنهن سان ھٿ اٽڪائڻ جي ڪوشش ڪيائين. عوام جي بي حسيءَ جو دؤر هو– پاڻ وٽ نہ پيسو نہ ورڪر. نہ پارٽي نہ سواري. صرف ذاتي همت ۽ حوصلو؛ جنهن جي آڌار تي سالن جا سال، پنهنجن خيالن ۾ مگن، هر پاسي هلندو رهيو. يقين اهو هوس تہ سندس قرباني رائگان ڪانہ وينديي، جيڪو سلو پوکيو اٿائين سو ڪنهن نہ ڪنهن ڏينهن ضرور ثمر ڏيندو. گڏجاڻي ڪرڻ يا زباني احوال ٻڌائڻ جو موقعو ڪونہ ملندو هوس تہ چوپڙيون ڇپائي ورهائيندو هو. احتياط موراً ڪونہ ڪندو هو، مڙندو بہ ڪنهن مان ڪونہ هو. مارڪا ور ور ڪري جيل موڪليندا هوس؛ جنهنڪري گهڻو وقت ڪاٽ ۾، يا بندش هيٺ گذارڻو

پوندو هوس، پر تنهن جي پرواهه هرگز ڪانه ڪندو هو؛ وڏي واڪ چوندو رهندو هو ته: ”قيد ۾ رهڻ خود ڏاڍ خلاف اعتراض جو هڪ مؤثر ترين طريقو آهي.“ پاڻ پاهر هجي خواه جيل ۾ هردم ٽهڪ ڏيندو رهندو هو؛ خطرناڪ کان خطرناڪ موقعن تي به مون سندس مُنهن گهنجيل ڪونه ڏٺو. اندر جو سڪون ۽ دل جو اطمينان حاصل هوس.

ساڻس آخري ملاقات غير معمولي حالتن ۾ ٿي؛ 1970ع جو زمانو هو. نواب شاهه ۾ مٺس ڪو مقدمو داخل ٿيو هو، جنهنڪري پوليس کي سندس ڳولها هئي. هت سنڌ متحده محاذ جي گڏجاڻي ”حيدر منزل“ ۾ ٿيڻي هئي، جنهن ۾ شامل ٿيڻ لاءِ بنگال مان شيخ مجيب الرحمان به اچي پهتو هو. حيدر بخش مرحوم جو خيال هو ته پاڻ به ان ميٽنگ ۾ ضرور شامل ٿئي. ميٽنگ ڏينهن ساريءَ سنڌ جا اڳواڻ اچي موجود ٿيا هئا، سواءِ ڪنهن هڪ اڌ جي، جن پڻ پاهران ويٺي پنهنجي هم صلاحيءَ جا پيغام پئي موڪليا. اُهي بزرگ به مون اتي ڏٺا، جن پوءِ ڦرتي کائي محاذ جي مخالفت ۾ ٻين جي مدد سان ميمبر چونڊجي عهدا هٿ ڪيا. چوڻ جو مطلب اهو اٿم، ته سنڌ سڄي گهٽ ۾ گهٽ اُن گهڙيءَ پاڻ ۾ گڏ هئي.

ڪنهن وقت ڏٺم ته ميان حيدر بخش به سُرڪي پُرڪي اچي پهتو. وچ ۾ ويهي ڏم ڏڙا تقريرون ڪندو ۽ نهرائن ۾ تيز قسم جون درستيون ڏيندو رهيو. ان وچ ۾ پاهران خبر آئي ته ڪيس گرفتار ڪرڻ لاءِ وڏي تعداد ۾ پوليس پهچي گهر جي چوڌاري ڪڙو چاڙهيو اهي. آءٌ حيدر بخش جي سامهون ويٺو هوس. اُن خبر جو ته پاهر نڪرندي گرفتار ٿيندو، سندس چهري تي ڪو اثر ڪونه ٿيو؛ پاڻ کِلندو ٽهڪ ڏيندو، بحث ۾ حصو وٺندو رهيو، گويا پاهر گهوٽ کي وٺي وڃڻ لاءِ جاڃي آيل هئا.

ماني آئي. ٻين وانگر حيدر بخش به پليٽ ٿمي موج سان کاڌي، ڪوڪا ڪولا پيتي ۽ به- ٽي اوڳرايون ڏنيون.

ميٽنگ پوري ٿي، ته سڀ پاهر نڪتاسين. حيدر بخش کي پوليس وڪوڙي ويئي. ڪيس ان حال ۾ ڏسي گهڻا ماڻهو سندس چوڌاري گڏ ٿي ويا. انهن ۾ مجيب الرحمان ۽ سندس بنگالي ٽولو به هو. مجيب الرحمان جو

منهن غصي ۾ ڳاڙهو هو. مون کي مجمع وٽان لنگهيندو ڏسي وڏي واڪي سڏ ڪري چيائين: ”هيءُ ڏس: اجا بہ اُهو پيو چوين جيڪو هيلتائين بَڪندو رهيو آهين؟“ (1)

هڪ شخص ان جذباتي ماحول ۾ بہ وڏا ٺهڪ ڏئي کلي رهيو هو: گويا پنهنجي دل جي خواهش پوري ڪري چڪو هو، اُهو هو حيدر بخش پاڻ!

نواب شاهہ جي جيل مان ڇٽي اچڻ بعد وري اسان جي ملاقات ڪانہ ٿي. مسلسل جيل جون سختيون جوان جو جُسو ڪائي ويون هيون. آخر وڃي ميان غلام شاهہ مرحوم جو آجهو ورتائين.

**– ليکڪ: پير علي محمد راشدي**

---

(1) مجيب الرحمان ڪينترا ورهيہ مون سان گڏ مرڪزي اسيمبليءَ جو ميمبر ٿي رهيو هو. پاڻ ۾ بي تڪلفي هوندي هئي. آءُ هميشہ ساڻس وڙهندو رهندو هوس: لابي خواہ اسيمبليءَ ۾ ڪيس مهڻا ڏيندو هوس تہ هو مسلمانيءَ کان ڏور، هندن جي اثر هيٺ اچي جدائي جون بيهوديون ڳالهيون پيو ڪري: اڪثر سندس خلاف غير پارليماني اکر بہ استعمال ڪندو رهندو هوس: بنهہ منهنجي ساڻس ڪانہ پوندي هئي. پر اڄ مون کي ٽوڪڻ جو وجهہ ملي ويو هوس!

* پير علي محمد راشديءَ جي ڪتاب ”اُهي ڏينهن اُهي شينهن“ جلد ٽيو، مطبوعہ 1981ع تان ورتل.



ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي 1969ع ۾ ريلوي اسٽيشن تي آجيان ڪرڻ لاءِ آيل

## حيدر بخش جتوئيءَ جي عظمت

حيدر! تو مٿي خدا جون رحمتون هجن– انهيءَ خدا جون، جنهن بابت تون عمر جي آخري حصي ۾ شاڪي هئين. توکي جنهن ڏينهن جو انتظار هو، آزاديءَ ۽ سنڌ جي سورج طلوع ٿيڻ جي آس هيئي، خدا سو ڏينهن ته توکي ڏيکاريو، پر سندس فضل، ڪرم ۽ رحم جو ڪمال ڏس ته تو انهيءَ ذهني اذيت، جسماني تڪليف ۽ همه گير پريشانيءَ کان ترت ڇوٽڪارو حاصل ڪيو، جيڪي تنهنجي لاءِ آزاد سنڌ ۾ پيدا ٿين ها. حقيقت ۾ تو غلط وقت ۽ غلط ماڻهن ۾ صداقت جي صدا هنئي، جيڪا ٻڌي ته ضرور وئي پر اُپاري نه سگهي، اثرائتي هئي پر بي اثر ثابت ٿي. صداقت تي مبني هئي پر ان جي مجڻ کان ماڻهن مُنهن موڙيو: ۽ آخر تاريخ تنهنجي حق ۾ فيصلو ڏنو، ۽ اهو صحيح فيصلو هو ته انسانن جي تاريخ ۾ جيئن بين صداقت جي علمبردارن کي آخر هيءَ دنيا ڇڏڻي پئي پر سندن مقصد اڄ تائين زنده رهيا، تيئن تون دارالبقا روانو ٿئين پر تنهنجو ڪم، جدوجهد ۽ مقصد زنده آهن ۽ تابنده رهندا.

حيدر! توتي خدا جون رحمتون هجن– انهيءَ خدا جون، جنهن سان تو شڪوو ڪيو هو. هو دوست دلدار، عالم سڀ آباد ڪندڙ آهي. تو سنڌ مٿي سُڪار جي صدا بلند ڪئي هئي، پر ڪنهن قوم جي تقدير ڪيئن بدلجي، جيسين انسانن جو اهو بي علم ۽ غير منظم انبوهه خود ڪا ڪوشش نه ڪري. انسان جو عقل، ذهن ۽ ادراڪ محدود آهي، ۽ تنهنجو شڪوو ان جي غمازي ڪري ٿو. تنهنجي شڪايت هر پهلوءَ کان درست، پر پنهنجي عمل جو داستان به ته داغدار آهي. پلئه پائي ڪَچ، آڇيندي لڄ ٿا مرون– ماضيءَ جي داستانن ۾ گم، انسان ۽ انسان جي وچ ۾ پيدا ڪيل فرق ۾ غرق. ٻاروچل سان ملڻ لاءِ پاڻ به ته به قدم اڳتي هلي، تنيءَ تڏيءَ ڪاهي، اونداهه لاءِ ڪو آسرو مهيا ڪريون!

عظمتِ سنڌ جي قدامت جو قسم، استغنا ۽ سخا، شرافت ۽ مروت جي

انهن قديم، صحتمند ۽ مثبت قدرن جو قسم، جن اڄ به اسان جي زندگي تباهه ڪري ڇڏي آهي: توتي خدا جون رحمتون هجن، حيدر، ڇو ته تو سندس ٿي مخلوق جي بي لوث خدمت ڪئي؛ نامساعد حالتن جي پرواهه ڪانه ڪئي؛ ڪنهن جابر، سرڪش ۽ مطلق العنان کان خوفزده ڪونه ٿئين، ڇو ته توکي زندگيءَ ۾ ڪنهن تاريخ ساز ڪم ڪرڻ لاءِ ئي پيدا ڪيو ويو هو. هن مادي دنيا ۾ نفس ڪشيءَ پنهنجي اهل عيال ۽ خاندان جي مستقبل ڏانهن بي پرواهه ٿيڻ، اعليٰ سرڪاري عهدو ڦٽو ڪرڻ ۽ فقيريءَ ۽ قلندريءَ ۾ زندگي بسر ڪرڻ، يقيناً خدا دوست انسانن جو مشرب رهيو آهي؛ ۽ تو جيڪو پنهنجي دلدار دوست سان شڪوو ڪيو، سو صحيح هو ۽ ان جي جزا توکي دنيا ۾ نه ملي ته آخرت ۾ ضرور ملندي.

حيدر! تو مٿي خدا جون رحمتون هجن، ڇو ته تون سنڌ جو عاشق صادق هئين. اها سنڌ، جتان جون ٿڌيون ۽ فرحت بخش هوائون منهنجي موليٰ، عالمن جي رحمت، انسانيت جي لڄ ۽ معراج جي معشوق کي پسند هونديون هيون. اها سنڌ، جتان جو ڳاڙهو ڪپڙو (اجرڪ) منهنجي پرودگار جو پيغمبر زيب تن ڪندو هو. اها سنڌ، جنهن جي عظمت عربن جي عهد جاهليه ۾ ته مسلم هئي، پر اسلام جي سهاڳ ان کي اهڙو ڪُندن بڻايو جو مسجد نبويءَ ۽ عرب جي اعليٰ، ارفع ۽ عظيم الشان محفلن ۽ مدرسن ۾ اسان جي عالمن کي خراج تحسين مليو.

تنهنجو اهو عشق، عشق ۽ حسن جي فلسفي جو عملي مظاهرو هو. 1927ع ۾ جڏهن تو فارسيءَ ۾ بي. اي. آنرز امتيازي طور پاس ڪئي، ان وقت به تنهنجي قول ۽ فعل ۾ مثنويءَ ملا رومي جو تفسير عيان هو. اهو رومي، جنهن واشگاف لفظن ۾ اعلان ڪيو ته انسان آزاري بدتر گناهه آهي، ۽ دولت جو ارتڪاز يا آمدنيءَ جي وسيلن جو محدود ذريعن ۾ قيد ٿيڻ انسانيت جي شرف جي بربادي ۽ فنا آهي.

تون انهيءَ روميءَ جي اها نَي هئين، جيڪا فراق ۽ هجر جي عالم ۾ ڦٿڪي رهي هئي ۽ ”آزاديءَ قوم“ ذريعي باب الاسلام سنڌ جي آزاديءَ جي متمني هئي– اها آزادي، جنهن ۾ ’لات‘ ۽ ’منات‘ جهڙو ڪو ڪنهن جو

دستگير ڪونهي، ڪو ڪنهن جو آقا ڪونهي، نہ وري ڪنهن ڄوّ ڪو پوتار آهي.

انسانيت پنهنجي مربيءَ ۽ محترم، هاديءَ ۽ رسول جي تعليم ۽ هدايت موجب، معراج جي منزل تائين پهچڻ جي جدوجهد ۽ ڪامياب ٿيڻ جا سعيا ڪري رهي هئي، تہ تو هڪ انسان جي حيثيت ۾ "شڪوو" لکيو: پر هينئر تعليمي سرگرمين جي توسيع سببان ۽ ان انسان ۾ نت نئين ڳالهہ معلوم ڪرڻ جي قوي رجحان پيدا ٿيڻ سببان، اها ڳالهہ آشڪار ٿي چڪي آهي تہ روميءَ سياسيات جي ضمن ۾ ڇا ڇا چيو هو.

حيدر! توتي خدا جون رحمتون هجن، ڇو تہ تو قلم جي آبرو رکي. علم ۽ قلم خدا جون نشانيون آهن، ۽ تو انهن نعمتن جي دفاع، ابلاغ ۽ افاديت لاءِ پنهنجو پاڻ قربان ڪيو. سوچڻ ۽ اظهار راءِ جي آزادي اسلام جي اعليٰ نعمتن مان آهي، ۽ جڏهن تو انهيءَ حق استعمال ڪرڻ کي پنهنجو فرض سمجهيو تہ تو هڪ طرح اعلان ڪلمتہ الله بلند ٿي ڪيو، پر ماحول ۽ ماڻهن ان کي نہ سمجهيو. انهن ماڻهن جي مزاج، تربيت ۽ تفهيم لاءِ جديد تطرين کي سمجهڻ ۽ مڃڻ مشڪل هو ۽ توکي ناڪاميءَ جو بارها مقابلو ڪرڻو پيو، پر تنهنجن تجربيڪار ڪلهن تي جيڪو جوان سر هو سو ڪڏهن سرنگون ٿي نہ سگهيو. تنهنجيءَ فطرت ۾ فتح نہ ٿيندڙ عزم، انتقامي محاذ جي اپياس ۽ پيش پوڻ يا آڻ مڃڻ کان انڪار واري استقلال جا جيڪي سدا جوان جذبا هئا، تن زمان ۽ مڪان جي بندشن سان هميشہ بغاوت ڪئي، ۽ اها بغاوت حقيقت ۾ تعمير مستقبل لاءِ تنهنجي انفرادي پر بيمثال جدوجهد ۽ قرباني هئي ۽ اجتماعي طور انساني ضمير کي للڪار. اها حقيقت آهي تہ حق ۽ صداقت وارن جي مخالفت ڪرڻ ۽ کين اذيتون پهچائڻ لاءِ دنيا وارن هر عهد ۾ قتل جي ڪنهن نہ ڪنهن حيلي ۽ تذليل جي ڪنهن نہ ڪنهن ذريعي ۽ وسيلي جي تلاش پئي ڪئي آهي، ۽ هو ان ۾ بهرحال ڪامياب رهيا آهن. جتي ۽ جڏهن بہ هنن ڪنهن کي حق ۽ اصلاح جي راهہ ۾ سرگرم ۽ سندن پنهنجين نفس پرستين جي راهہ ۾ مخل ڏٺو، تہ جهٽ ڪونہ ڪو الزام هڻي، شريعت جي حد لڳائي، عوام ۽ حڪومت ٻنهي کي ان فتني جي پٺيان لڳائي ڇڏيو. هر

زماني جي حالتن ۽ عوام جي ميلان ۽ اعتقاد مطابق، سندن الزام ۽ طور طريقا بدلجندا رهيا ۽ هٿيار تبديل ٿيندا رهيا، پر وأر سيني تي هڪ ئي طرح خونخوار ۽ موتمار رهيو.

تنهنجي زندگيءَ ۾ ته تنهنجو قدر ڪونه ٿيو، پر هينئر، تنهنجي لاڏاڻي کان پوءِ، بيشمار اکيون آشڪبار، دليون المناڪ ۽ ذهن پريشان نظر اچن ٿا. موجوده دور ۾ تنهنجو موت فرد واحد جي رحلت ڪانهي، پر هڪ جذبي، ولولي، مقصد سان دلي لڳاءُ ۽ عوامي جدوجهد جي هڪ زرين باب جو خاتمو آهي.

حيدر! خدا جون رحمتون تو مٿي ان وقت به هيون، جڏهن ماحول تنهنجو ساٿ ڪونه ڏنو، ۽ حق جي ڪلمي بلند ڪرڻ واريءَ تنهنجيءَ جرئت منصوريءَ کي هڪ ذتزيل حال، بيوس ۽ پنتي پيل، غافل سنڌيءَ جي بغاوت لاءِ جسارت سمجهي، توکي ڪيمبل پور جي جيل ۾ بند ڪيو ويو. اهو رحمتِ الاهي جي نزول جو سمو هو، ۽ هڪ مردِ مجاهد، غلام جيلاني ”برق“ جي ملاقات تنهنجي بيدار ذهن ۾ خوابيده نُور جي تجليءَ کي جاڳايو، ۽ تو ۾ تدبر في القرآن جي آرزو جوان ٿي. مون کي خبر آهي ته تنهنجو اهو تجسس بارآور ٿي نه سگهيو، جو ته جيل جي جسماني اذيت واري دور ۾ ته تو روحاني رموز جا راز معلوم ڪندي صحيح مسرت محسوس ڪئي، ۽ قرآن جي اپياس جو ڪم پڻ خاطر خواهه رفتار سان ٿيندو رهيو، پر جيئن تون وري آزاد ٿي ٻاهر آئين ته تو غلاميءَ ۽ انسان آزاريءَ جو اهڙو اندوهناڪ عالم ڏٺو جو ان جي مشاهدي تنهنجي مطالعهءِ قرآن وري سرگرمين تي برو اثر وڌو– ۽ صد افسوس، اهو تاريخي ڪارنامو اڌورو رهجي ويو!

الحمد الله مان مسلمان آهيان، ۽ ايمان اٿم ته عملن جي اجر جو مدار نيتن تي آهي– ۽ قرآن جي مطلب ۽ رموز سمجهڻ جي تنهنجي تمنا ۽ تفسير لکڻ جي آرزو يقيناً اهڙي نيت هئي، جيڪا عظيم انسان جي وصف ٿي سگهي ٿي، ۽ تنهنجي انهيءَ عمل جي جزا باري تعاليٰ جون بي شمار ۽ اڻ ڪٿ رحمتون آهن، جيڪي تنهنجي مقدس مزار تي وسجي رهيون آهن– ۽ اهو نينهن جو نظارو چشمِ بينا کان ڪڏهن به پوشيده نه رهيو آهي.

سنڌ جو ماضي جيترو قديم ۽ پرشڪوهه آهي، ايترو پراسرار ۽ معنيٰ خيز. پنجابي چوڻيءَ موجب، "سنڌ صادقاً" آهي، يعني انهيءَ درياءَ تي آباد ماڻهو سچا، پڪا ۽ صاف آهن. پر هن علائقي جي سياسي ۽ سماجي، تمدني ۽ ثقافتي تاريخ اندوهناڪ غمن جو داستان آهي، جنهن جي صفحي صفحي تي اسان جي باهمي نفاق ۽ رقابت جهڙن عبرتناڪ آميز ڪهاڻيون نظر اچن ٿيون. انهن مان هڪ نمائنده ڪهاڻي حيدر بخش جتوئيءَ جي زندگي آهي، جنهن جو دنيوي وقت جي حساب سان دور ستر سال رهيو.

موهن جي دڙي جي پاڪ، صاف ۽ سوڀجهري واريءَ مٽيءَ مان، 1901ع ۾، بکي ديري ۾، حيدر بخش ڄائو. انهيءَ مٽيءَ جو ضمير تاريخ ۾ وڏو مٽيادار رهيو آهي، ۽ اسلام جي تجلي ان ۾ گويا جوهري توانائي پيدا ڪئي. اهو علائقو سنڌ جي تاريخ ۾ هميشه آباد، آسودو ۽ خوشحال رهيو آهي، ۽ انهيءَ سببان تاريخ جي هر تحريڪ ۾ "چانڊڪي" جي ماڻهن ڀرپور حصو ورتو ۽ زندگيءَ جي مختلف فلسفن ۾ تحقيق ۽ اشتراڪ عمل جو مظاهرو ڪيو. انهيءَ آسودگيءَ سببان ئي سنڌ جي مختلف شهرن جي ڪن بيدار مغز ۽ عوامي خدمت جي جذبي سان سرشار نوجوانن لاڙڪاڻي ۾ پنهنجي عملي جدوجهد شروع ڪئي. پر جيئن چوندا آهن ته جتي گل هوندا اتي خار به هوندا، ۽ جتي پهاڙ آهن اتي واديون به ٿين ٿيون، تيئن هڪ طرف هتي جي ماڻهن فڪر ۽ عمل جي ميدان ۾ ڪامياب ڊوڙون پاتيون ته ٻئي طرف "اِن الانسان ظلوما جهولا" جو عملي مظاهرو به ڪيو.

حيدر بخش جتوئيءَ جيئن پنهنجي مطالعي ۽ مشاهدي بعد سوچيو ۽ سمجهيو، تيئن ان تي آزاديءَ سان عمل ڪرڻ تي چاهيو. سندس فڪر ۽ عمل جو تجزيو ته تاريخ ڪندي، پر هن پنهنجي عزيز زندگي، جيڪا خداوند ڪريم جي وٽس امانت هئي، ۽ عمل ۽ خدمت ان جو مقصد هو، تنهن جا اڍائي هزارن کان به وڌيڪ ڏينهن قيد ۽ بند جي صعوبتن، پنهنجن ۽ پراين جي دشنام طرازين ۾ گذاريا، ۽ انهيءَ عرصي ۾ سندس تر جو هڪ نه ٻيو ماڻهو برسر اقتدار پئي رهيو.

حيدر بخش جتوئي هڪ انسان هو، ۽ خدا انسان جي فطرت جو لاينفق

حصو آهي. پر هو صحيح معنيٰ ۾ ترابي هو. سندس مزاج فاروقي ۽ ارادو حيدري هو. هو سخن ور شاعر ۽ بي خوف اديب هو. هو خدا جو منڪر ڪونه هو، پر بتن جي خدائيءَ ۽ بيهمانہ صفن وارن انسانن جي بندگيءَ سان ڪفر ڪان بہ وڌيڪ نفرت ڪندو هو. هو خاڪ جو پتلو ضرور هو، پر خدا جي نُور ڪان جدا ڪونہ هو. هو سنڌ جو هڪ درخشنده ستارو هو، جيڪو پنهنجيءَ عظمت ۽ جلال کان بيخبر، فُقر تي فخر ڪندڙ ۽ مولا جي مخلوق جو سڀاجهو سائين هو.

هن داعيءِ اجل جي آواز تي لبيڪ چئي لاڏاڻو ڪيو. سندس روح هن فاني ۽ مادي دنيا ۾ جنهن اجتماعي سُڪون ۽ طمانيت جو متلاشي هو، سو ڳيس پنهنجي پروردگار وٽ مليو، جو تحقيق ساترالعيوب، غافر الذنوب، قادر ڪريم ۽ رب رحيم آهي، جنهن جي لاءِ سڀ ستائش ۽ بندگي آهي. حيدر بخش جتوئي هڪ انسان هو، جنهن جي زندگيءَ جو مقصد خداوند ڪريم جي بندگيءَ ۽ اقرارِ عبوديت جو عملي مثال پيش ڪرڻ هو. پر سندس طريقو بہ محض انساني هو، ۽ نہ آفاقي. انسان جون خطائون خدا ئي بخشيندو، جنهن جو پاڻ اقرار ڪيو اٿس. باقي حقوق العباد جي سلسلي ۾ 'حيدر' تي يقيناً خدا جون رحمتون هونديون. هو سنڌ وارن لاءِ زنده رهيو، ۽ انهن جي حقن لاءِ جدوجهد ڪندي، 'جيئي سنڌ' چوندي هليو ويو— اتي، جتي اسان سڀني کي هلڻو آهي. پر 'حيدر' جو لاڏاڻو هڪ سڀاجهڙي ۽ نيڪ نيت سنڌي سپوت جو وداع آهي، جنهن جي مرقد مان اڄ بہ هيءَ صدا بلند ٿيندي رهي ٿي: جيئي سنڌ!

– ليکڪ: ڪريم بخش خالد

---

**ماهوار "نئين زندگي" ڪراچي، سنڌ، جون– جولاءِ 1970ع تان ورتل.)**



ڪامريڊ حيدربخش جتوئي جي 10 آگسٽ 1969ع تي ڪراچيءَ ۾ گرفتاريءَ کان اڳ بنگلاديش جي اڳوڻي صدر شيخ مجيب الرحمان ۽ سندس ساٿين سان گڏ ورتل فوٽو.

# ادب ۽ سياست، عوام لاءِ

(1)

ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي ۽ آءٌ ٻيئي، اِئين ڏسجي ٿو تہ، پنهنجي پنهنجي زندگيءَ جي ڊوڙ ۾ ڪجهہ Late starters هئاسون. هُن بي. اي. عمر جي چوٽيهين سال پاس ڪئي، ۽ مون ٽيويهين سال. هو يارهنِ سالن جي عمر ۾ ڳوٺ جي اسڪول ۾ پڙهڻ ويٺو، ۽ مون بہ، پنهنجي ڳوٺ جي اسڪول ۾ ڪجهہ دير سان داخل ٿيندي، ۽ پوءِ پڙهندي پڙهندي، ڪنهن نہ ڪنهن سبب، چار سال ڪن عمر جا ضايع ڪيا. بهرحال، ٻنهي اسان کي پنهنجي ننڍپڻ ۾، ۽ پڻ پڙهائيءَ ۾، اِئين لڳي ٿو تہ لڳ ڀڳ ساڳيو ماحول مليو: گهرو ماحول پورهئي جو، غربت جو ۽ ڪجهہ مذهبي؛ اسڪولي ماحول پڻ مذهبي رنگ جو– ڪامريڊ لاڙڪاڻي مدرسة السلام مان مئٽرڪ پاس ڪئي ۽ مون ڪراچيءَ جي مدرسة الاسلام مان؛ ۽ ڪاليجي ماحول تہ هو ئي ساڳيو، جو ڪراچيءَ جي ساڳئي ڊي. جي. سنڌ ڪاليج مان (البت ڇهن سالن جي وٿيءَ سان) بي. اي. پاس ڪري نڪتاسين.

(2)

ڪراچيءَ ۾، تعليمي ماحول کان ٻاهر، اُنهن ڏينهن ۾ خاص طرح ٿياسافيءَ جي تعليم ۽ تحريڪ جو پڙهيل حلقن ۾ ڪافي چؤڀول هو. سو جيئن آءٌ قبلہ محترم سائين جي. ايم. سيد ۽ سنڌ دوستن ۽ بزرگن– جمشيد نسروانجي، غلام علي چاڳلا، دادا چيتمل پرسرام، حاتم علوي، دادا ڪيول رام شهاڻي، ڏيوان سام جئسنگهاڻي، سائين اين. بي. ٻٽاڻي، ساڌو ٽي. ايل. واسواڻي ۽ ٻين اهڙن درويش صفت انسانن جي صحبت مان، سڌيءَ يا اڻ سڌيءَ طرح، فيضياب ۽ اُنهن جي مثالي ڪردارن کان متاثر ٿيس، تيئن ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي بہ ضرور ٿيو، بلڪ ڏسجي ٿو تہ پاڻ بہ رتيون ڪسر– ڇو تہ هو قبلہ محترم سائين جي. ايم. سيد جو تہ همعصر هو، ۽

سيٺ غلام علي چاڳلا جي پٽ احمد جو هم ڪلاسي ۽ ڪلاس گهاٽو يار هو، جيئن هُن ڏانهن پنهنجي پهرئين شعري مجموعي "تحفہ سنڌ" (1930ع) جي سندس انتساب مان پڌرو آهي، جيڪو بطرف حبيب شفيق احمد غلام علي چاڳلا، ڪراچيءَ" جي قربائتن لفظن سان پاڻ ڪيو اٿن. ٿياسافيءَ جي تعليم ۽ تحريڪ سان پنهنجي تعلق جو ذڪر ڪامريڊ پنهنجي آخري انٽرويو (مارچ 1970ع) ۾ ڪامريڊ سوڀي گيانچندانيءَ سان، بنهه پُر شوق لفظن ۾، پاڻ به ڪيو آهي– "ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جو ميمبر هوس... ٻانيان ٿو اڃان به آهيان، ڇو ته هُنن جا اصول ته، 'سڀ انسان ڀائر آهن'، 'سچ کان مٿي ڪو مذهب ڪونهي' [ٻي ٻها] سونهري اصُول آهن!"

انساني سماج ۾ هوندئن به هر نسل کان ٻيو نسل لازمي طور گهڻو ڪجهه سکي ٿو، پر اُنهن ڏينهن ۾ (آءُ پنهنجي تجربي جي آڌار تي چئي سگهان ٿو)، اِن سلسلي ۾ اسان جي گهرن، اسڪولن ۽ اعليٰ تعليم گاهن ۾ ۽ ٻاهر جي سڄي سماج ۾، ننڍيءَ ٿهيءَ کي ادب ۽ فضيلت جي ڳالهين ۽ زندگيءَ لاءِ مانائتي ۽ ڳنڀير رَويي رکڻ ڏانهن زياده مائل رکڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي هئي– ڇو ته سڄي ڏهوڪي سماجي زندگي پنهنجي ٿي نوع سان پر هڪ طرح جي وزن، ضابطيءَ انتظام تي ٻيٺل هئي ۽ هلندي ٿي رهي، ۽ ماڻهن ۾ پنهنجي پنهنجي ذاتي آزارن ۽ جهمگهٽن ۾ ايڏي غلطاني ۽ انسپاني آسپاس کان ايڏي بي تعلقي يا بيزاري ڪانه هئي.

1934ع ۾ جڏهن مان ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ داخل ٿيس، تڏهن ڪاليج کان اٽڪل ٽن ميلن تي سولجر بزار جي ايراضيءَ ۾ تازو تعمير ٿيل مسلم ڪالونيءَ ۾ قبله محترم سائين جي. ايم. سيد جي بنگلي، 126- حيدر منزل، ۾ رهائش جي سهولت نصيب ٿيم، جتان چارئي سال، اڪثر پيرين پنڌ ڪاليج ايندو ويندو هوس. بندر روڊ تي، ڪراچي ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ آفيس (هاڻوڪي ريڊيو، پاڪستان، ڪراچيءَ) جي بلڪل سامهون ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي بلڊنگ هئي (اڃان به آهي)، جتان لنگهندي، اُنهن جي هفتيوار ليڪچرن ۽ ٻين سماجي، ثقافتي تقريبن بابت اڪثر ڳاڙهي ڪپڙي جي بئنر تي وڏن اکرن ۾ لکيل اعلان پڙهندو هوس، ۽ پوءِ سعيو

ڪري اُهي وِچي ڏسندو ۽ پڙهندو هوس. اهڙي ئي ڪنهن پئي يا ٽئين موقعي تي اُتان مون کي بِن آنن (اڄ جي 13 پئسن ڪنَ) جي قيمت ۾، سندن 29 صفحن جو انگريزيءَ ۾ ڪتابچو "Public Spirit- Ideal and Practical" جي عنوان وارو مليو، جيڪو سوسائٽيءَ جي ٻڌوڪي پريزيڊنٽ ڊاڪٽر ائني بيسنت، جو 1908ع ۾ ڏنل، سوسائٽيءَ جي 'اديار (مدراس) پاپيولر ليڪچرس' جو پهريون ليڪچر هو، ۽ تازو پيو پيرو ڇپجي اُنهن ڏينهن ۾ پڌرو ٿيو هو. شروعات اُن ليڪچر جي هيٺن ٿيل هئي:

" دوستو، اڄ جي پنهنجي سوچ لاءِ هيءَ جو 'خدمت عام جي جذبي' جي چڱاين کي مون هٿ ۾ کنيو آهي، سو اِنهيءَ لاءِ تہ سالن جا سال جيڪي مان هتي رهي آهيان، مون اُهو سڄو وقت، بلڪ ماڻهن کي ٽڪائي ڇڏڻ جي حد تائين، هڪ ئي خيال جو پرچار پئي ڪيو آهي: ۽ اُهو هيءَ تہ سڀئي ڪهڙا بہ، عام يا خاص قسم جا، پنهنجن مقصدن ۾ ڪڏهن بہ ڪامياب نہ ٿيندا، جيستائين جو هندستان جا رهواسي مسئلي جي بنياد ڏانهن ڌيان تہ ڏيندا، ۽ اُهو مسئلو آهي منجهن 'شخصن جي، فردن جي، اخلاق جي تعمير'. ڪابہ هلچل، ڪابہ تحريڪَ، جيڪڏهن قوم جي اڏاوت ۾ مددگار ٿيڻي آهي، تہ اُن جي ڪاميابيءَ لاءِ اوچو اخلاق هڪ اٽل ضرورت آهي. ڪنهن بہ تحريڪ جو مقصد ڪهڙو بہ ۽ ڪيترو بہ چڱو ڇو نہ هجي، اُن جي منزل ڪٽي ڪا بهترين ۽ اعليٰ ترين ڇو نہ هجي، پر اُها تحريڪ ناڪام ئي ٿيندي، جيڪڏهن اُن جا هلائيندڙ اعليٰ اخلاق جا مالڪ نہ هوندا ۽ ديانتدار، 'خدمت عام جي جذبي' سان پرپور ۽ سچار نہ هوندا. اوهين ڪو سٺو گهر پُٽين سِرن سان اڏي ئي نہ سگهندا؛ اوهين خراب ۽ پست اخلاق رکندڙ شهر واسين جي اجتماع سان ڪا عظيم قوم ٺاهي نہ سگهندا. جيئن ڪا گهَر جي جاءِ اُن جي سِرن کان الڳ نہ هوندي آهي، تيئن ڪا قوم بہ پنهنجن شهر واسين کان الڳ نٿي ٿِي سگهي. شهر واسي ئي قوم آهن، ۽ جهڙو اُنهن جو اخلاق هوندو، لازمي طرح سندن قوم جو اخلاق بہ اهڙو ئي هوندو... بس اِهو ئي سبب آهي، جو آءٌ هندستان جي ماڻهن تي اِهو زور ڏيندي رهي آهيان تہ هو پاڻ وٽ تعليم ۽ تربيت جو اهڙو نظام قائم ڪن، جنهن ۾ لازمي جُز يا حِصو اخلاق جي تعمير هجي– ڇو تہ

جيڪڏهن هتي هڪ عظيم قوم جي تعمير ٿيڻي آهي، جيڪڏهن متحده هندستان، جيڪو اسان سڀني جي مَنَ جو خواب آهي، انسانن جي دنيا ۾ اُهو اسان کي حقيقت جي صورت ۾ ڏسڻو آهي، ته اُهو فقط صحيح راهه سان تربيت ورتل شهر واسين جي هٿان ئي ممڪن ٿي سگهندو- اُهي شهر واسي جيڪي نيڪ اخلاق جا مالڪ، اعتبار جوڳا ۽ امانتدار هوندا. سچائيءَ لاءِ هڪڙي پراڻي عبراني پُستڪ ۾ لکيل آهي ته، 'سچائي ئي قوم کي اُتم درجو ڏئي ٿي، ۽ جيڪا قوم سچن ۽ صداقت وارن شهر واسين کان خالي آهي، دنيا ۾ اُن قوم جي جٽادار زندگي ممڪن ئي ڪانهي'... هاڻي، هڪ نيڪ ۽ سچي شهر واسيءَ لاءِ اخلاق جي سڀ کان وڏي صفت آهي 'خدمت عام جو جذبو'. 'خدمت عام جو جذبو' ڪونهي ته قوم به ڪانهي. حقيقت ۾ 'خدمتَ عام جو جذبو' ئي آهي، جيڪو قومي عمارت جي اڏاوت لاءِ بنياد جو ڪم ڏئي ٿو..."

(3)

ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جو پهريون شعري مجموعو "تحفهء سنڌ" 1930ع ۾ شايع ٿيو، ۽ اُهو سنڌ جي ماڻهن سان سندس اُنهيءَ پيار ۽ خدمت عام جي جذبي جو پهريون ثبوت هو. اُن وقت آءٌ اجا ٿيون درجو انگريزي پاس ڪري رهيو هوس، ۽ مئٽرڪ ڪرڻ ۾ مون کي وڏيڪ چار سال گهربل هئا. "تحفهء سنڌ" جي اشاعت تي ڪافي اختلاف اُٿيا ۽ فتوائون صادر ٿيون، پر اُن سڄي هنگامي کان آءٌ اڃاڻ رهيس، ڇو ته تن ڏينهن ۾ جنهن اسڪولي فضا ۾ آءٌ پڙهي رهيو هوس- ۽ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جتان فارغ ٿي نڪتو هو- اُن ۾ اهڙين ڳالهين جي گرما گرم چوٻول جي گهٽ گنجائش هئي. 'اسلامي مدرسن' ۾ اسان جي حالت اِئين هوندي هئي جڻ معصومن کي واڙي ڇڏجي: سبقن وٺڻ ۽ ياد ڪرڻ، راندين ڪرڻ ۽ نمازن جي پڙهڻ- يا اُنهن کان نٽائڻ- ۾ اسين پوڙا هوندا هئاسون. ڪم از ڪم آءٌ پاڻ ته پنهنجي پاڻ ۽ پنهنجن هم ڪلاسين ۽ ويجهن مٽن مائٽن جي دنيا ۾ ئي ذهني توڙي جذباتي طور پورو واڳيل ٿي رهيس. مئٽرڪ جي پوين ٻن درجن ۾ سو اسان کي انگلنڊ جي تاريخ مان هائوس آف ڪامنس ۽ هائوس آف لارڊس،

پارليامينٽ بمقابلہ آپيشاهي، شهري حقن ۽ ذميدارين، اسپين ۽ فرانس سان انگلنڊ جي لڙاين ۽ اُنهن جي سببن ۽ اُنهن ۾ انگريز قوم ۽ اُن جي قومي سورمن جي وطن دوستيءَ ۽ جان نثاريءَ جي مثالن جي ڄاڻ ملندي ٿي رهي. البت ڪاليج ۾ پير رکڻ کان پوءِ اخبارن ۽ رسالن جي پڙهڻ، انگريزيءَ جي باغي شاعرن– شيلي، ڪيٽس، بائرن وغيره جي اُتھاسڪ نظمن جي مطالعي، سماجي اهميت جي انگريزي ڊرامن، لارڊ مارلي جي "On Compromise" جهڙن سياسي تعليم جي فڪر انگيز ڪتابن جي پڙهڻ ۽ سمجهڻ جا موقعا مليا. 1938ع ۾ بي. اي. ڪرڻ کان پوءِ سرڪاري نوڪريءَ ڇڏڻ بعد پنهنجي مادر علميءَ، سنڌ مدرسي، ۾ استاد ٿيس، ۽ اُتي استادن جي لئبريريءَ مان خاص طرح وليم ڊريپر جو ڪتاب، ٻن جلدن ۾ "History of the Intellectual Development of Europe" ۽ جين جئڪس روسو جي آپ بيتي "Confessions"، ڇهن جلدن ۾ پڙهيم. ٻن سالن کان پوءِ بي. ٽي. ڪرڻ لاءِ بمبئيءَ وڃڻ ٿيو، ۽ اُتي ڪاليج لئبريريءَ مان ٿامس ڪارلائل جو "The French Revolution"، ائبٽ جو "Napoleon Bonaparte"، جادوناٿ سرڪار جو "Aurangzeb Almgir" (چئن جلدن ۾) پڙهيم. تن ڏينهن يورپ ۾ ٻي مهاڀاري لڙائي شروع ٿي چڪي هئي، ۽ اُن بابت ايم. اين. راءِ جا لکيل مضمون، خاص طور سنڌن انگريزي هفتہ وار "Independent India" ۾ پڙهيم ۽ اِئين سنڌن قائم ڪيل ريڊيڪل ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ جي سوچ ۽ پروگرام سان روشناس ٿيس. 1941ع ۾ واپس سنڌ ۾ اُن پارٽيءَ جي ڪراچي تنظيم ۽ سنڌن تازي جاري ٿيل پندرهن روزه "Karachi Calling" سان وابستہ ٿيس، ۽ اُن سلسلي ۾ ايم. اين. راءِ جا تقريباً سڀ ڪتاب، جيئن "Historical Role of Islam"، "From Savagery to Civilization"، Scientific Politics ۽ ٻيا پڙهيم. سياست جي اُن تعلق سان سنڌ قانون ساز اسيمبليءَ جي ڪارگذاريءَ ۽ سنڌ جي سياست تي سوچڻ ۽ اُن کي سمجهڻ لڳس. ٿنڪرس لئبريريءَ جا ڪتاب پڙهڻ شروع ڪياسين. اُنهن ئي ڏينهن ۾ دادا چيتمل پرسرام جي ڏس تي ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي ڪائونٽر تان اٿني بيسنٽ جي جوان عمريءَ جي ليڪچرن تي مشتمل "History of the Great French Revolution- From the Standpoint of the People" ۽ ڪامريڊ برڪيت

عليءَ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيل، پرنس ڪروپاتڪن جو ڪتابڙو "نوجوانن ڏانهن"، ۽ پيا به ڪيئي اِن نوع جا ۽ ڪميونسٽ مئنيفيسٽو سميت 1917ع جي سوويت انقلاب جا ننڍا وڏا ڪتاب هٿ آيم، جيڪي مون من جي وڏي هڪ ترنگ ۽ جولان ۾ پڙهيا ۽ وري وري پڙهيا- جن ۾ ٻن ڪتابن، هينري جارج جي "Progress and Poverty" ۽ ڪروپاتڪن جي ٻئي ڪتاب "Mutual Aid" جو مون تي خاص اثر ٿيو. طبيعت جي انهيءَ ڪيفيت ۾ هوس، جو 1945ع ۾ سڄيءَ سنڌ ۾ هيءَ خبر وڄ جي چمڪات جيئن پکڙجي ويئي، ۽ منهنجي ڪنن به ٻڌي ۽ ماڻهن جي چهرن تي سرهائيءَ جي صورت ۾ منهنجي اکين به ڏٺي، ته ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ وڏيءَ سرڪاري نوڪريءَ کي ٺڏو هڻي، ڇڏي ڏنو آهي، ۽ هارين جي سک سلامتيءَ ۽ اُنهن جي عزت ۽ آجائيءَ لاءِ اُنهن سان گڏجي ڪم ڪرڻ لڳو آهي! ترت ئي پوءِ، ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جو پيو شعر جو ڪتاب "آزاديءِ قوم" (مارچ 1947ع) پڌرو ٿيو، ۽ سنڌ ۾ اُن جو هر هنڌ ذڪر ٿيڻ لڳو. پنجن مصرعن جي 171 بندن تي مشتمل اُهو طويل نظم مون به پڙهيو، ۽ اُن جي هر صفحي تي ڏکين لفظن جي معنيٰ ۽ ٻين سمجهاڻين ۽ حوالن جي موجود هوندي به، مون کي ياد آهي ته اُن جي هر بند جي آخري مصرع ۾ "آزاديءِ قوم" جي رديف جو بامعنيٰ استعمال اڪثر هنڌن تي وري وري پڙهڻ ۽ غور ڪرڻ کان پوءِ ئي مون کي سمجهه ۾ اچي تي سگهيو، پر جيستائين اُهو سمجهه ۾ نٿي آيم، تيستائين مان اُن بند کي وري وري پڙهندو ٿي رهيس- ايترو سچي اُن نظم منهنجي من کي جهٽي پاڻ وٽ سوگهو ڪري ڇڏيو هو.

جون 1947ع ۾ مون سنڌ اسيمبليءَ جُني ميمبرن ڏانهن کليل خط لکيو- انگريزيءَ ۾ ۽ سنڌيءَ ۾- جو اخبارن ۾ ڇپيو، ۽ اُهو پترن ۽ ڪتابچن جي صورت ۾ عام ورهايو به ويو؛ ۽ اُهي 26 جون تي پاڻ ڪٺي اسيمبليءَ جي دروازي تي بيهي، هڪ هڪ ميمبر کي هٿ ۾ ڏنم، جو ته اُن ڏينهن هو پاڪستان آئين ساز اسيمبليءَ سان سنڌ جي شموليت جو فيصلو ڪري رهيا هئا. اسيمبليءَ جا مسلم ليگي ميمبر سڀ سيد، مير، پير ۽ وڏيرا هئا، ۽ وڏيءَ ڏانتل سان اڪثريت ۾ چونڊجي آيا هئا- هڪ به اُنهن ۾ عام ماڻهن

مان نہ هو- جن لاءِ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ، اڳتي هلي، ون- يونٽ جي حوالي سان، پنهنجي هڪ انقلابي نظم، ”اي سنڌي وڏيرا، ڪجھ انسان ٿيءُ!“ 1967ع ۾ چيو هو:

**”وڏيرا وطن پنهنجو هارائي وينا؛**
**”مِنيءَ سنڌ پنهنجيءَ کي مارائي وينا؛**
**”حقن پانهنجن کي کهارائي وينا؛**
**ٻچن مائرن کي رئارائي وينا؛**
**”تڏهن ٻي آ دعويٰ: ’پهلوان آهيون!‘**
**”اجان ٻي چون ٿا تہ ’انسان آهيون‘ “**

اُن منهنجي خط ۾ اُنهن کان طلب ڪيل هئي تہ سنڌ لاءِ اُنهيءَ شموليت جي فائدي ۾ پنهنجي فيصلي سان گڏوگڏ، پاڪستان جي آئين ۾، ٻين شرطن ۽ ضمانتن سان گڏ، هو مارچ 1940ع واري پاڪستان ريزوليشن ۽ آل انڊيا مسلم ليگ جي آئين ۾ خصوصي طور بيان ڪيل اغراض و مقاصد مطابق، سنڌي قوم لاءِ، پاڪستان جي هڪ شريڪ قوم طور، Autonomy (خود حڪومت) ۽ Sovereignity (ڪل اختياريت) جي درجي ۽ حيثيت جو واضح لفظن ۾ شرط رکن! اُن کان اڳ منهنجو انگريزي ڪتاب "Save Sind, Save the Continent- From Feudal Lords, Capitalists and their Communalisms" (سنڌ بچايو، براعظم بچايو- جاگيردارن، سرمايہ دارن ۽ اُنهن جي فرقہ پرستين کان!“) بہ شايع ٿي چڪو هو، جنهن جيءَ سزا طور آءٌ پنهنجي مادر علميءَ جي ملازمت کان علحده ڪيو ويو هوس.

**(4)**

اُنهن ٿي ڏينهن ۾ پوءِ آءٌ ڪامريڊ حيدر بخش سان پهريون ڀيرو روبرو ملڻ جو سوچيو، ۽ ڪين اڳواٽ اطلاع موڪلي، حيدرآباد جي (هاٿوڪي) ”حيدر چوڪ“ وٽ سندن گهر تي (جيڪو تڏهن بہ ”حيدر گهر“ سڏبو هو) وڃي حاضر ٿيس. پاڻ مون سان وڏي جذبي سان مليا. منهنجي خوش قسمتي هئي، جو اُن موقعي تي پاڻ منهنجي پوءِ بنھ جگري يار بٽيل، ميان محمد عثمان ڏيپلائيءَ کي بہ گڏجاڻيءَ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ دعوت ڏيئي گهرايو

هٿائون. ۽ پوءِ اسان تنهي ڪافي گهٽي دير ويهي، ۽ دليون کولي، ڪچهري ڪئي. پنهنجي ڇهنجي مطالعي جون ڳالهيون ڪيونسين، اصولن ۽ عقيدن جو ذڪر نڪتو، ۽ آل انڊيا سياست جي چڪر ۾ پنهنجا سنڌي سياستڪارَ ۽ سياسَتدانَ جنهن ڪمال صفائيءَ سان رُڏ ڪُڏائي، رڳو پنهنجي ذاتي آنا ۽ طبقاتي مفادن جي پنيان المبست ٿي، پاڻ ڪي ۽ پنهنجي وطن ۽ قوم ڪي اوڙاهه ۾ اُڇلي رهيا هٿا بلڪ اُڇلي چڪا هئا، اُن لاءِ پاڻ تي، اُنهن تي ۽ دنيا جهان ۽ اُن جي سچيءَ 'ڪارسازيءَ' ۽ 'ڪارفرمائيءَ' تي پنهنجي خاص ڪاريگريءَ ۽ قدرتُ جي دعويدارن تي خوب چوهه چنڊياسين. انهيءَ طرح، انساني عقلَ ۽ آسماني عقلَ، ۽ ٻنهي جي پهچَ ۽ معتبريءَ جي ڪڇ- تورَ بہ ڪئيسين، ۽ سچيءَ اُن ڏکٽيءَ صورتحالَ (The sorry state entire) جي سمجهڻ ۽ اُن جي ڪنهن قدر پورائيءَ بلڪ تلافيءَ لاءِ جو ڪجهہ ٿي ٿي سگهيو، اُن تي آچاريو ويچاريوسين. اُن موقعي تي، ڪامريڊ حيدر بخش ڪان مون کي هڪڙي ڪنهن گمنام ڏاهي جي هڪ املهہ ڳالهہ بہ ملي، جيڪا مون سدائينءَ لاءِ پنهنجي ڳنڍ ٻڌي ڇڏي:

"The serenity to accept the things
I cannot change;
"The courage to change the things
I can; and
"The wisdom to know the difference."

يعني: "اُهو صبرُ جيڪو قبول ڪري شيون، جن کي بدلائي نٿو سگهان؛
اُها هَمّت جنهن سان بدلايان شيون، جن کي بدلائي ٿو سگهان؛ ۽
اُها ڏاهپ جيڪا اِنهن ٻن ڳالهين جو فرق مون کي سمجهائي!"

ڪامريڊ حيدر بخش سان پوءِ مون ڊاڪٽر آئني بيسنت جي "Public Spirity" واري ليڪچر جي ڳالهہ ڪئي، ۽ منهنجي خوشيءَ جي حد نہ رهي، جڏهن پاڻ ٻڌاياٿون تہ اُهو ڪتابچو سندن پڙهيل هو، بلڪ سندن قومي شعور جي اوائلي دور ۾ خاص طرحَ، مٿن اُن جي خيالن جو تمام گهڻو اثر رهيو هو! اُن کان پوءِ، پاڻ مون کان خاص ٻن انگريزيءَ ڪتابن- ٿامَس پين جي "Age of Reason" ۽ اينگرسال جي Essays- بابت پڇياٿون: ڇا، اُهي مون پڙهيا هئا! ٿامس پين جي سوانح ۽ فڪر متعلق اُنهن ڏينهن جي ٻئي

مشهور انگريزي ڪتابن جي سلسلي "The Living Thoughts Library" جو ڪتاب "Tom Paine" منهنجو پڙهيل هو، جنهن ۾ پين جي ٽن مشهور ڪتابن "Common Sense"، "Rights of Man" ۽ "Age of Reason" بابت گهڻو ڪجهه لکيل هو؛ پر "Essays of Engersall" منهنجو پڙهيل نه هو. ڪامريڊ حيدر بخش، اهو ٻڌي، فوراً اٿيو، ۽ پنهنجي ذاتي لئبريريءَ مان اهو ڪتاب ڪڍي آيو ۽ مون کي ڏنائين، اُن جي پڙهڻ جو خاص تاڪيد ڪيائين، ۽ خوش خوش، پاڻان ٻڌايائين ته اُن ڪتاب جي پڙهڻ جو پهريون ڏس کيس ڊاڪٽر دائودپوٽي ڏنو هو. منهنجي ۽ ڪامريڊ حيدر بخش ۽ ڏيپلائيءَ جي وچ ۾، اُن ڏينهن واريءَ اُن پهرينءَ گڏجاڻيءَ جي ياد، روحاني ڳانڍاپي طور، پوءِ اسان ٽنهي جي دلين ۾ هميشه موجود رهي، ۽ مون وٽ به اُها سدا بهار ياد اڄ به اُنهيءَ طرح ٿي محفوظ آهي- ۽ جيستائين اُها مون وٽ اٿين آهي تيستائين سچ ته بين منهنجن يارن سان گڏ اُهي ٻيئي يار به مون کان ڪڏهن الڳ نه آهن.

(5)

30 ۽ 31 مئي 1948ع تي، رتي ديري جي ڪُل سنڌ هاري ڪانفرنس ۾، آءٌ به سائين جي. ايم. سيد سان گڏجي، شريڪ ٿيس، جتي ڪامريڊ حيدر بخش پهريون ڀيرو سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جو صدر چونڊيو ويو. اُن ڪانفرنس ۾ سائينءَ جي. ايم. سيد جي چوڻ تي مون ٺهراءَ انگريزيءَ ۾ لکيا، ۽ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيم، جيڪي ڪامريڊ حيدر بخش کي به بيحد وڻيا، ۽ سندن صدارت هيٺ اُهي ٺهراءَ پوءِ ڪانفرنس ۾ پاس ٿيا، جي پريس کي موڪليا ويا، پر ڪٿي به ڪنهن اخبار ۾ اُهي ڇپجي نه سگهيا- پاڪستان ۾ شروع کان ئي، خاص طور سنڌي عوام جي قومي مفاد جي سلسليَ ۾، پريس بندشيءَ جو اهو حال هو. سنڌ ۽ سنڌي قوم لاءِ هنن ٺهرائن جي تاريخي اهميت جو احساس رکندي ۽ اُنهن جي ڪامريڊ حيدر بخش سان اُن موقعي جي نسبت سبب، اُنهن جو سنڌي متن هتي پيش ڪرڻ بيجا نه ٿيندو.

## ٺهراءَ پهريون:

### سنڌ متعلق (On Sind)

"سنڌ جي هارين جي هيءَ ڪانفرنس هِن پختہ راءِ جي آهي ته جيڪڏهن پاڪستان کي مستحڪم ۽ مضبوط بنائڻو آهي ته اُهو فقط پاڪستان ۾ شامل

ڇپي ڇڪڻ شعرن جي، سموري ڪتاب ۾ ڪو هڪڙو شعر به اهڙو نه آهي، جنهن ۾ جذبات جو ڪو ايڏو شديد اظهار ڪيو ويو هجي، جنهن ڪي اعتراض ۽ اختلاف جوڳو ٺهرائي سگهجي.

1934ع ڌاري، علامه عمر بن محمد دائودپوٽي "سرها گل" جي نالي سان شعرن ۽ ڪافين جو هڪ انتخاب شايع ڪرايو هو، ان ۾ حيدر بخش جو احوال لکندي علامه صاحب فرمائي ٿو:

-" سندس فطرتي لاڙو شعر ۽ تفڪر ڏي آهي، ۽ نظم پختو ۽ سنجيده لکي ٿو. تازو پنهنجي شعر جو ڪجهه حصو 'تحفه سنڌ' جي نالي هيٺ ڇپائي، مخالفت جو طوفان اٿاريائين."

"حيدر"، 'شڪوه' جي مخالفت ڏسي 'جواب شڪوه' لکڻ جو ارادو ڏيکاريو؛ ازان سواءِ، بقيه ڪلام به شايع ڪرائڻ جو خيال هوس، پر مخالفت ۽ ٻين وجوهات سبب شعر نه ڇپايائين، بلڪ خاموشيءَ سان ۽ پنهنجي وس آهر فن ۽ ملڪ جي خدمت ڪندو رهيو. انهيءَ دوران، بين الاقوامي حالتن ۾ ۽ خود سنڌ ۾ ڪيترا انقلاب آيا ۽ ڇڱي اٿل پٿل ٿي. سنڌ جا شاعر، يا خاموش هئا يا روزگار جي مسئلن ۾ قائل هئا. حيدر بخش ان وقت مطالعي ۾ محو هو، ۽ هو عالمگير حالتن ۽ سياست جو گهريءَ نظر سان اڀياس پڻ ڪندو رهيو. انهيءَ وچ ۾ "حيدر" ترقي ڪري، لاڙڪاڻي ضلعي ۾ جتي سندس نڌيڻ گذريو هو، ڊپٽي ڪليڪٽر ٿي آيو؛ مگر سندس آزاد طبيعت کي حقيقي سڪون بلڪل نصيب نه ٿيو. جنگ عظيم جي پيدا ڪيل حالتن ملڪ جي هر هڪ طبقي کي اڌ- مئو ڪري ڇڏيو هو. غير ملڪي حڪومت عوام جو رت پي انهن کي پيڙي ڇڏيو هو، ۽ انهيءَ جو وڏو اثر هارين تي پئجي رهيو هو: ٻين سان گڏ خود سنڌن پائر- زميندار ڪين صدقي جي ٻڪري سمجهي مُڏي ڇريءَ سان ذبح ڪري رهيا هئا. "حيدر" جي شاعرانه ۽ انقلاب- پسند طبيعت اها روئداد ڪٿي ٿي برداشت ڪري سگهي؟ حالتن کيس ايڏو ته ڏک پهچايو، جو شعر ۾ پاڻ کي ملامت ڪرڻ لڳو!

حيف "حيدر" هي ڪلام آهه، مگر آهي ڇا؟
پاڪ آزادي مثان اهڙي نظر آهي ڇا؟
تون ته آزاد طبيعت هئين، پر آهي ڇا؟
هي غلاميءَ ۾ غلاميءَ جو اثر آهي ڇا؟ –
جنهن ڪرايئي نظر انداز آ آزاديء قوم!

شعر هھڙي ڪان ته هئي توکي خموشي بهتر،
تنهنجي بَڪ بَڪ جي گلا، ٿي هلي گهر گهر، در در؛
هاڻ ڪجهه طرز سخن ڦير ۽ آڻ اهڙو اثر،
جو مُدبر به چون مست ٿي "حيدرا!" "حيدرا!" –
– نظم هي ٺاهه، هي اعجاز آ آزاديء قوم!

ٻئي طرف، وڏيرا شاهي ۽ ڪاموراشاهيءَ طرفان سنڌ جي هارين مٿان لڳاتار ظلمن ۽ عقوبتن کي ڏسندي، سندس انسان– دوست فطرت ۽ آزاد ذهن جڻ تڙپي اُٿيا ۽ هاڻي هو ڪنهن عملي جدوجهد جون صورتون سوچڻ لڳو. جڏهن به ڪنهن بيدار دل ۽ صحيح دماغ رکڻ واري انسان کي پنهنجي آسپاس تي سوچڻ جو ويچار ٿئي ٿو، ته ان جي ردعمل ۽ نتيجي ۾ هو ضرور اها ئي راهه اختيار ڪري ٿو، جيڪا انسان جي اصل عظمت ڏانهن رهنمائي ڪري ٿي، ۽ ان کي ذلت ۽ زبونيءَ، ظلم ۽ ڏاڍ کان پاڻ ڇڏائڻ جا حوصلا بخشي ٿي: حيدر بخش اهو ئي سوچيو ۽ ائين ئي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو.

بالاآخر هو 1943ع ۾، انگريزي حڪومت جي نوڪريءَ مان استعفيٰ ڏيئي، اڳو پوءِ ملڪي خدمت ۾ لڳي ويو، ۽ "سنڌ هاري ڪاميٽيءَ" ۾ شريڪ ٿي ڪم ڪرڻ لڳو. دوستن سمجهايس، پنهنجن منع ڪيس ته انهيءَ مان ڪجهه ڪين ورندئي، پر هن ڪونه مڃيو، پنهنجيءَ ڌُن ۾ مست رهيو. اڪثر هٿ تنگ رهڻ لڳس، ۽ بعضي ته لنگهڻ به ڪڍڻا پيس. پَٽ سَٽ ڪري شعرن جو طويل مخمس "آزاديء قوم" لکي شايع ڪرايائين، جنهن ۾ پاڻ قوم– پرست جي حيثيت ۾ غلاميءَ تي خوب چوهه چنڊيا اٿس. لفظ لفظ ۾ هڪ جوش ۽ سختي آهي– اهو هن ڪري ته زماني جو تلخ تجربو

ٿيس. صوبي سنڌ جي تاريخ ۾ اهو طويل نظم، قومي نقطہ نگاهہ کان پنهنجي قسم جو واحد نظم آهي، جنهن جهڙو هن کان اڳ ڪنهن بہ نہ چيو آهي. البت، دقيق ۽ ڪثرت سان عربي ۽ فارسي الفاظ جاءِ بجاءِ ڪتب آندا اٿس، جنهن ڪري پڙهڻ ۾ سو ڪافي تڪليف ٿئي ٿي.

”حيدر“ کي ادبيات ۽ سياست جو ڪافي ۽ وسيع مطالعو هو، ويتر هاڻ واندو ٿي عملي طرح سياست ۾ ڪم ڪرڻ لڳو. انهيءَ سال هاري ڪاميٽيءَ جو صدر ٿيو، ۽ ”هاري حقدار“ نالي هفتيوار اخبار جاري ڪيائين، جنهن جو ايڊيٽر بہ پاڻ ٿيو. سندس زندگيءَ ۾ جيئن بناوٽ ۽ وڏائي ڪونهي، تيئن شعر ۾ بہ خلوص کان ڪم وٺندو آهي. هرڪا ڳالهہ صاف صاف بيان ڪرڻ جي عادت اٿس. 1956ع ۾ ”سنڌي ادبي سنگت“ حيدرآباد پاران، ’بيسنٽ هال‘ ۾ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي عليہ رحمت الله عليہ جي ورسي ملهائي ويئي؛ صدارت محترم عبدالله چنا ڪري رهيو هو؛ حيدرآباد جا سڀ اديب ۽ شاعر اُتي موجود هئا، ۽ دستور موجب سڀني ’شاهہ‘ جي ڪلام جون خوبيون ٻڌائيندي ان جي شخصيت سان عقيدت جو اظهار ڪيو: جڏهن حيدر بخش جو وارو آيو، تہ هن ڳالهائيندڙ حضرات جو هن ڳالهہ ڏانهن ڌيان ڇڪايو تہ، ”شاهہ صاحب جي شاعري ختم نہ سمجهو، بلڪ ان کان پوءِ بہ بلند پايي جا شاعر ٿيا آهن، ۽ اهو هينئر بہ ناممڪن نہ آهي، جو ڪو اهڙو ئي وڏو شاعر پيدا ٿئي.“ ان تي ڪن وڏن اديبن اعتراض ڪيو، ۽ ”حيدر“ کي تقرير اڌ ۾ بند ڪري ويهڻو پيو.

”حيدر“ جڏهن پهرين پهرين شاعر جي حيثيت سان ادب جي محفل ۾ آيو، تہ هو بلڪل نئون ۽ نرالو پئي لڳو- اڻين نئون، اڻين نرالو، جيئن ڪنهن وڏي ساري اونداهي ميدان ۾ اڪيلو بيٺل روشنيءَ جو منارو: چؤطرف گلن ۽ بلبلن جا صدين کان سَٽيل ڪٽيل موضوع، قافين ۽ رديفن جي چستيءَ جا چرچا: نہ ادب ۾ اندر جي اُتل، نہ وري ڪا جذبن جي اپٽار: اڻين پئي لڳو ڄڻ ادب انسانن جي زندگيءَ کان رُسي ويو آهي. ”حيدر“ رُٺل ادب کي پرچائي، اُن کي انسانن جي محفل ۾ وٺي آيو؛ ادب ۽ انسانيت جو هڪ ٻئي سان تعارف ڪرايو. بيشڪ، سنڌي ادب کي موجوده ماحول بخشڻ ۾ حيدر بخش جي

حيثيت نهايت اهم ۽ نهايت بلند آهي.

ساڳيءَ طرح، سياسي دنيا ۾ به هن جو وجود اوپرو پيئي لڳو. سندس خيال نه اڳ ڀُڌل ۽ نه سندس تصور جي دنيا ڪنهن جي ڏٺل؛ نه ڪنهن ڪيس سمجهيو، نه سڃاتو. سنڌ جيِ سُياست، جيڪا 'وزارت جيِ جُوا!' هئي، سان اچي ڏني. هن کي گرفتار ڪيائون، دربدر ڪيائون، ليڪن هن جي دل ۾ جيڪا هارين جي همدرديءَ ۽ سچائيءَ جي چڻنگ دکيل هئي، ان سان ويو انسانن جون دليون جرڪائيندو، ڏينهن ڏينهن ڏيئا ٻاريندو؛ تان جو اڄ هن جي تحريڪ، هاري پارٽي، سنڌ جي ستايلن جيِ اڪيلي همدرد جماعت آهي.

جڏهن 1947ع ۾ ملڪ آزاد ٿيو، ته "حيدر" ڏاڍو خوش ٿيو ۽ هڪ نظم چيائين، جنهن ۾ هن طرح پنهنجي خوشيءَ جو اظهار ڪيو اٿس:

**سوز ۾ جان سڙي خاڪ ٿي، ڇا ڇا نڪتا-**
**"حيدر" اکين مان سنڌ ۽ باهم جا شعلا نڪتا!**
**ذري ذري مان اُهي خاڪ مان واڪا نڪتا:**
**'ديس جا جيڪي به دشمن هئا، نڪتا نڪتا!'**
**ڪر اچي ملڪ هي ممتاز- آ، آزاديءَ قوم!**

هاڻي "حيدر" جي زندگيءَ جو هي چوٿون دؤر شروع ٿيو. اهو چوٿون دؤر نه رڳو هن جي زندگيءَ جو آهي، پر خود سندس شاعريءَ جو به آهي؛ ڇاڪاڻ ته سندس زندگيءَ جي وڏي مدعا ۽ تمنا زندگيءَ ۾ ئي پوري ٿي، ۽ ملڪ آزاد ٿيو. هن وقت سندس خيال ۽ جذبا هاڻي فقط هڪ مقصد کي مڪمل ڪرڻ ۾ لڳل آهن- ۽ اهو مقصد آهي "سنڌي هارين ۾ اصلاح آڻڻ". هن وقت هو پنهنجي انهيءَ مقصد لاءِ قلمي ۽ عملي طور پاڻ پتوڙي رهيو آهي. ان مقصد سان، تازو هڪ گيتن جو مجموعو "هاري گيت" مرتب ڪيو اٿس، جنهن ۾ سندس مشهور نظم "هاريءَ جو زمانو" پڻ شامل آهي. هن ۾ هاريءَ سان جنهن محبت ۽ سوز سان مخاطب ٿيو آهي، اهو "حيدر" جو ئي حصو آهي. پڙهندڙ کي سنڌي هاريءَ جي مڪمل تصوير اکين اڳيان تريو اچي، ۽ دل ۾ هڪ ڏک ۽ همدرديءَ جو جذبو بيدار ٿيو وڃي. هاريءَ کي "سنڌ جو سردار"

سڏيندي، چوي ٿو:

**سنڌ جا ساهه ۽ سردار ۽ دلبر هاري،**
**قوم جا هار ۽ سينگار ۽ زيور هاري،**
**تنهنجي احسان جي هيٺ آهه بشر هر، هاري،**
**ٿيا زمانو ۽ زمين تنهنجا ثناگر،هاري،**
**قوم ساري ٿي هينئر ڳائي ترانو تنهنجو،**
**اُٿ اي هاري، اجهو آيو آ زمانو تنهنجو!**

هاريءَ جي محنت کي ساراهيندي وڌيڪ چوي ٿو:

**تنهنجي محنت ٿي ڪري ڪڻڪ ۽ جوئر پيدا،**
**ڌوڙ مٽيءَ منجهان موتي ۽ جواهر پيدا،**
**باغ باغات گلستان مُعطر پيدا:**
**آهي ڇا ڇا نه ڪيو ڏاتي ۽ ڪوڏر پيدا؟**
**هي جهان آهه ڪرامت ۽ فسانو تنهنجو،**
**اٿ اي هاري، اجهو آيو آ زمانو تنهنجو!**

آخر ۾ هاريءَ کي دعا ڪري ٿو، ۽ سنڌ جي قديم روايت وانگر پنهنجي مادرِوطن کي به دعا کان خالي نٿو ڇڏي.

**هاري! تنهنجو هي نظام اشرف ۽ آباد رهي،**
**جو به بيڪار آ بدڪار آ، برباد رهي،**
**جو مزدور آ، هاري آ، سدا شاد رهي،**
**ديس سرسبز رهي، زنده ۽ آزاد رهي!**
**سوين "حيدر" جيان ڳائن جئن گانو تنهنجو–**
**ڏس اي هاري، اجهو آيو آ زمانو تنهنجو!**

"حيدر" زندگيءَ جي چوٽين دؤر ۾ خوشيون به ڏٺيون، ته مصيبتون به سَٺيون. اختلاف راءِ رکڻ سبب به دفعا ڪيس بنا دريافت جيل ۾ قيد پڻ ڪيائون. پر هي مجاهد مڙس جيل جي سختين کان به سخت ۽ محڪم نڪتو. هڪ دفعي، "هاري حقدار" آفيس ۾ ٻاهر چٽڪار ڪرايو ڪرسيون ۽ ڪٽون وجهايو ويٺو هو: آسپاس پٽڪن ۽ ميرن ڪپڙن سان هاري ويٺا هئا،

جن سان اهڙي تہ نموني پاڻيچاري جون ڳالهيون پئي ڪيائين، جو مون سان گڏجي آيل دوست کي جڏهن اها خبر پيئي تہ حيدر صاحب اڄ جيل مان ڇٽي آيو آهي ۽ آءٌ ساڻس گڏجڻ آيو آهيان، تہ هو سخت حيران ٿي مون کي چوڻ لڳو، "هن کي تہ جڻ ڪو واقعو ئي پيش ڪونہ آيو آهي!" حالانڪ "حيدر" جيل ۾ هو تہ پويان سندس پٽ سخت عليل ٿي پيو هو، ۽ اخبارن ۾ سندس رهائيءَ جي تقاضا ڪئي پئي ويئي- پر "حيدر" جي منهن تي ملولائيءَ جو ڪو معمولي اهڃاڻ بہ هجي، سو بنهہ نہ!

"حيدر" جي ڪلام جو ڪجهہ نمونو وٺڻ لاءِ آءٌ سندس جاءِ تي هڪ دفعو ويس، تہ مون کي پنهنجي ذاتي ڪتب خاني ۾ وٺي ويو ۽ اهو هٿ- لکيل بياض مون کي ڏنائين، جنهن ۾ شاگرديءَ جي زماني کان وٺي اڄ جو ڪلام پنهنجن هٿ- اکرن ۾ قلمبند ٿيل اٿس. گهڻو ذخيرو انگريزي ڪتابن جو هو، جن ۾ بہ گهڻو تعداد فلسفي ۽ سياست جو هو. هن عمر ۾ بہ ڇهہ ڇهہ ڪلاڪ مسلسل مطالعي ۾ مصروف رهندو آهي. شال هي سنڌ جو سورهيہ سپوت اڃا گهڻي ڄمار ماڻي، ۽ ان طرح سنڌ جو پنهنجي شخصيتن تي فخر قائم رهي!

نموني طور، "حيدر" جي ڪلام مان ڪي چيزون پيش ڪريان ٿو.

**همہ او است:**

**هر شيءِ ۾ حسن تنهنجو، يا رب نظر اچي ٿو،**
**انڌين اکين جي آڏو، پردو مگر اچي ٿو؛**
**گلشن ۾ حسن تنهنجو، بلبل کي تنهنجي سودا،**
**جنهن جي زبان مان دم دم لعل ۽ گهر اچي ٿو.**

فاني زمانو:

**هر ڪنهن کي هلو آهي هي فاني وطن ڇڏي،**
**پيارا عزيز دوست ۽ گلشن چمن ڇڏي؛**
**هن تختہ زمين کي هزارين وڃن ڇڏي،**
**هرڪو وڃائي وارو وڃي انجمن ڇڏي؛**
**جڏهن ٿو روح پاڪ معطر بدن ڇڏي،**
**دنيا ۾ تنهن کي ڪونہ گهڙي هڪڙي ڪن ڇڏي.**

رباعي

الله جو رستو وڏي مشڪل ۾ ڏٺم،
مسجد ۾، تڪاٽي ۾، نہ ديول ۾ ڏٺم؛
هت بحث ۽ منطق جو نہ ڪج آهہ ضرور،
مولا ڪي ڏٺم جي تہ سچيءَ دل ۾ ڏٺم.
*

– ليکڪ: ابن الياس سومرو

* تماهي "مهراڻ" حيدرآباد، سنڌ، "سوانح حيات نمبر" 1957ع

# "باباءِ سنڌ" جي سنڌ لاءِ جدوجهد

سنڌ ۾ اَسي سيڪڙو آبادي هارين جي رهي ٿي، جيڪي رات ڏينهن، سرديءَ گرميءَ ۾ زمين جو سينو چيري، پاڻ ڪي بُکيو ۽ ننگو رکي به ٻين لاءِ، رات ڏينهن محنت ۽ مزدوري ڪري ڪين زنده رکن ٿا. اهڙن ماروئڙن کي سنڌ جي زميندار، جاگيردار، نواب، پير، مير ۽ سردار هميشه پنهنجو غلام ڪري ڇڏيو هو. اهڙي صورتحال ڏسي، جناب جي. ايم. سيد، جناب عبدالقادر ايم. خان، جناب جيٺمل پرسرام، جناب جمشيد مهتا، جناب قادر بخش نظامائي، جناب نور محمد پليجي ۽ ٻين مخلص رهنمائن سال 1930ع ۾ سنڌ هاري ڪميٽيءَ جو بنياد وڌو، ۽ اُن وقت جي حالات مطابق آهستي آهستي جماعت جو گاڏو هلايو. ان بعد جيئن جيئن ورڪرن جو تعداد وڌندو ويو، تيئن ڪم جي رفتار به اڳتي وڌڻ شروع ڪيو.

ڪامريڊ عبدالقادر ايم. خان، جيڪو "سنڌ هاري ڪاميٽيءَ" جو مکيه اڳواڻ هو، انهيءَ مون کي ٻڌايو ته ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، جنهن وقت سرڪاري ملازم هو، تڏهن پنهنجي پگهار مان اسان جي مالي امداد ڪندو رهندو هو. پاڻ چوندو هو ته مان نوڪري ڇڏي، هاري ڪاميٽيءَ ۾ اچي ڪم ڪندس.

"باباءِ سنڌ" آخر سال 1945ع ۾ ڊپٽي ڪليڪٽريءَ جي عهدي تان استعفيٰ ڏيئي، باقاعدگيءَ سان "سنڌ هاري ڪاميٽيءَ" جو ميمبر ٿيو. ڪيس شروع ۾ "سنڌ هاري ڪاميٽيءَ" جو جنرل سيڪريٽري ڪيو ويو ۽ پوءِ پڇاڙيءَ تائين سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جو صدر ٿي رهيو.

"باباءِ سنڌ" جي هاري ڪاميٽيءَ ۾ اچڻ کان پوءِ جماعت انقلابي رخ اختيار ڪيو، ۽ هارين جي حقن کان سواءِ سنڌ جي هر مسئلي لاءِ جدوجهد شروع ڪري ڏني؛ جنهن جو نتيجو اهو نڪتو، جو "سنڌ هاري ڪاميٽيءَ" وڏو مقام حاصل ڪري ورتو.

مان پنهنجي هن مختصر مضمون ۾ چاهيان ٿو، ته "باباءِ سنڌ" ۽ سندس هاري ڪارڪنن- هارين ۽ سنڌ جي حقن لاءِ جيڪا جدوجهد ڪئي آهي، تڪليفون ۽ مصيبتون سَنيون آهن، انهيءَ جو مختصر خاڪو پيش ڪريان. جيئن اهل سنڌ وارا ڏسن، ته "باباءِ سنڌ" ۽ سندس هاري ڪارڪنن، سرمائيدارن ۽ زميندارن جي دؤرِ حڪومت ۾ همت ۽ حوصلي سان اُن وقت جي جابر ۽ ظالم حڪومتن سان پنهنجي جائز حقن حاصل ڪرڻ خاطر ڪهڙي جدوجهد ڪئي آهي.

## هارين لاءِ جدوجهد

سنڌ جي مسڪين هاريءَ تي صدين کان زميندارن، جاگيردارن جو جيڪو بي پناه دٻاءُ هو، انهيءَ کي ختم ڪرڻ، خوف ۽ هراس جو خاتمو آڻڻ ۽ هارين کي پنهنجي جائز حقن کان واقف ڪرڻ لاءِ "باباءِ سنڌ" ۽ سندس هاري ڪارڪنن، سنڌ جي ڳوٺ ڳوٺ ۾ وڃي هارين سان ڪچهريون شروع ڪري ڏنيون. ڳوٺن ۽ شهرن ۾ هاري جلسن ۽ جلوسن جو سلسلو وڏي پيماني تي شروع ڪري ڏنو ۽ گهر گهر "هاري حقدار"، "زميندار ي- بربادي" ۽ "جيڪو کيڙي- سو کائي" جو نعرو عام ڪري ڇڏيو.

1950ع کان اڳ ۾ هارين لاءِ ڪوبہ اهڙو قائدو قانون موجود نہ هو، جنهن تحت هاري عدالت مان انصاف حاصل ڪري سگهي. جيڪڏهن ڪو قانون بہ هو، تہ اُهو زميندار جو ڏنڊو هو. جيئن چاهي، تيئن هاري تي استعمال ڪري.

"باباءِ سنڌ" هارين جي لاءِ قانون پاس ڪرائڻ لاءِ تحريڪ شروع ڪئي. قانون جو مسودو (سنڌ ٽيننسي ايڪٽ) تيار ڪري حڪومت سنڌ جي حوالي ڪيو. مگر حڪومت ۽ اسيمبليءَ اندر سڀ جا سڀ وزير ۽ ميمبر- زميندار، جاگيردار، مير ۽ پير هئا، جن انهيءَ پيش ڪيل ايڪٽ کي نظرانداز ڪري ڇڏيو.

اپريل 1950ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو اجلاس ڪراچيءَ ۾ ٿي رهيو هو. اُن وقت سنڌ جو وڏو وزير مسٽر يوسف هارون هو. ڇاڪاڻ تہ هو زميندار نہ هو، تنهن ڪري هن هارين سان همدردي ڏيکاري. "باباءِ سنڌ" سنڌ جي هارين ۽

هاري ڪارڪنن کي 3 اپريل 1950ع تي هڪدم ڪراچيءَ پهچي وڃڻ جو حڪم ڏنو. سنڌ جي ڪنڊڪڙڇ مان هزارن جي تعداد ۾ هاري ۽ هاري ڪارڪن ڪراچيءَ پهچي ويا ۽ پروگرام مطابق سنڌ اسيمبليءَ جو جيڪو اجلاس بندر روڊ واري بلڊنگ ۾ تي رهيو هو، انهيءَ بلڊنگ جو گهيراءُ ڪيو ۽ محمد ايوب کهڙي جو جنازو تيار ڪري عمارت کي چؤڌاري پيئي ڦيرايو. هارين اسيمبليءَ بلڊنگ کي اهڙو مضبوط گهيراءُ ڪيو، جو ڪنهن به وزير خواه ميمبر جو نڪرڻ مشڪل ٿي پيو.

"هاري حقدار" جي نعرن اسيمبليءَ جي ڪارروائي هلائڻ ناممڪن بنائي ڇڏي. حڪومت طرفان فوج ۽ پوليس گهرائي ويئي، مگر هاري رهنمائن ۽ هارين تي ڪوبه اثر نه ٿيو. آخر حڪومت "باباءِ سنڌ" ۽ ٻين ڪارڪنن سان اسيمبليءَ ۾ ڳالهيون ڪيون ۽ "سنڌ ٽيننسي ايڪٽ" پاس ڪيو. حالانڪ انهيءَ ايڪٽ ۾ هارين جو ڪو وڏو بچاءُ نه ڪيو ويو هو، مگر ايڪٽ ۾ هارين جي حقن جي تحفظ لاءِ به گهٽائي قانون موجود آهن. انهيءَ کان سواءِ سنڌ لاءِ ٻي جيڪا به جدوجهد ڪئي ويئي آهي، اُها مختصر هن ريت آهي:

## ڪراچيءَ کي سنڌ کان ڌار ڪرڻ

پاڪستان جي اُن وقتُ جي حاڪمن- ڪراچيءَ کي سنڌ کان جدا ڪري، پاڪستان جي گادي بنائڻ لاءِ ڪوشش ڪئي ۽ آخر ڪراچي- سنڌ کان جدا ڪئي ويئي. مگر سنڌ مان ڪنهن به انهيءَ خلاف آواز نه اٿاريو. "باباءِ سنڌ" انهيءَ مسئلي تي احتجاج ڪيو. 31 مئي 1948ع تي رتوديري ضلع لاڙڪاڻي ۾ سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جو اسپيشل اجلاس سڏايو، جنهن ۾ هيٺيان تاريخي ٺهراءُ بحال ڪري، حڪومت پاڪستان کي موڪليا ويا.

### ٺهراءُ پهريون

سنڌ جا باشندا هاڻي هن يقين تي پهتا آهن، ته ڪراچيءَ جي سوال لاءِ صرف ٻه رستا آهن. يا ته ڪراچي، سنڌ کي واپس ملي، يا ته پاڪستان پنهنجي دارالحڪومت ڪنهن ٻئي پاسي کڻي وڃي.

## ٺهراءُ ٻيون

هيءُ اجلاس زوردار لفظن ۾ هن راءِ جو آهي، ته جيڪڏهن حڪومت پاڪستان کي مضبوط ۽ پڪي حڪومت بڻائڻي آهي ته ان لاءِ رستو فقط اهو آهي، ته هر هڪ علائقي کي رضامنديءَ ۽ نيڪ نيتيءَ ۽ تعاون جي بنيادن تي ڳنڍيو وڃي. پاڪستان حڪومت، جا آل انڊيا مسلم ليگ جي سن 1940ع واري لاهور جي قرارداد جي بنياد تي حاصل ڪئي ويئي هئي، ۽ جنهن موجب هن علائقي کي خودمختياريءَ ۽ حڪومت جو حق آهي، اُن موجب پاڪستان هڪ فيڊرل بنياد تي هلي سگهي ٿو.

سنڌي، پنجابي، بنگالي، بلوچ، پٺاڻ- اِهي بين الاقوامي قانون ۽ سياست موجب خاص قوميتون آهن. هر هڪ کي پنهنجو وطن، زبان، ادب، تاريخ، تمدن ۽ روايات آهن، ۽ هرهڪ کي علحده سياسي، معاشي، اقتصادي مسئلا، خواهشون ۽ جذبات آهن. هر هڪ علائقي کي حق آهي، ته اُن جو "حق خود اراديت" آئين پاڪستان ۾ شامل ڪيو وڃي.

## ٺهراءُ ٽيون

هيءُ اجلاس تقاضا ٿو ڪري ته جلد ۾ جلد، هر عاقل ۽ بالغ مرد ۽ عورت کي ووٽ جي حق جي بنياد تي، پاڪستان لاءِ هڪ جمهوري آئين تيار ڪيو وڃي؛ جنهن موجب 18 سالن جي بالغ کي ووٽ جو حق هجي ۽ تمام حڪومت ۽ قائدي سازيءَ جي واڳ عوام جي هٿ ۾ رهي.

"باباءِ سنڌ" 13 ڊسمبر 1953ع تي ٽنڊي جام ۾ سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جي ساليانې اجلاس ۾، پاڪستان اسيمبليءَ طرفان پاس ڪيل آئين خلاف احتجاج ڪيو ۽ هيٺيون ٺهراءُ پاس ڪيو ويو.

## ٺهراءُ

هيءُ اجلاس موجوده غير نمائنده دستور ساز اسيمبليءَ جي پاس ڪيل آئين کي متفقه طور رد ڪري ٿو، ۽ اهو آئين ڪڏهن به سنڌين ۽ پاڪستانين لاءِ قابل قبول نه آهي.

اسلامي لفظن جي پردي ۾ اهڙو دستوري خاڪو ٺاهيو ويو آهي جو ڊڪٽيٽرشاهيءَ ۽ عوام دشمنيءَ سان ڀريو پيو آهي، جنهن جو مقصد فقط اهو

اهي ته موجوده حڪمران، جن هن کي وجود ۾ اندو اهي، اهي هميشه انهيءَ اقتدار تي قائم هجن. سنڌ ۽ پاڪستان جو عوام انهيءَ آئين کي هرگز قبول نه ڪندو.

## ون يونٽ خلاف جدوجهد

سنڌ ۽ ٻين صوبن جي علاقائي خودمختياريءَ کي ختم ڪري هڪ يونٽ بنائڻ واريءَ سازش کان "باباءِ سنڌ" بروقت خبردار رهيو. سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جي ڪيترن اجلاسن ۾ انهيءَ سازش خلاف ٺهراءَ پاس ڪرايا. گورنر جنرل غلام محمد جڏهن ڏنڊي جي زور تي "ون يونٽ" جو بل پاس ڪرايو، تنهن وقت ڪان وٺي "باباءِ سنڌ" آرام سان ننڊ نه ڪئي ۽ سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جو اجلاس سڏائي اهو تاريخي اعلان ڪيو ته، "جيستائين ون يونٽ جو خاتمو نه ايندو، تيستائين آرام نه ڪبو." هڪ طرف هاري ڪارڪنن کي حڪم ڏنائون ته ون يونٽ خلاف سنڌ ۾ جلسن ۽ جلوسن جو سلسلو جاري رکيو وڃي، ۽ ٻئي طرف پمفليٽ لکي دنيا وارن کي ڏيکاريو وڃي ته سنڌ سان هيءُ ناحق ڪيو ويو آهي. انهيءَ سلسلي ۾ "باباءِ سنڌ" ون يونٽ خلاف ڪيترائي انگريزيءَ ۾ پمفليٽ لکيا، جنهن ڪري ڪيس ڪيترائي ڀيرا جيل ۾ بند ڪيو ويو. ٻئي پاسي جڏهن ون يونٽ خلاف نعرو هڻڻ ڏوهه سمجهيو ويندو هو، اهڙي ڪٺن وقت ۾ سنڌ جي هاري ڪارڪنن ڳوٺ ڳوٺ ۾ جلسا جلوس ڪڍي ون يونٽ خلاف آواز بلند ڪيو. آخرڪار "باباءِ سنڌ"، پنهنجي حياتيءَ ۾ ون يونٽ جو خاتمو ڏٺو ۽ پوءِ اسان کان موڪلايو.

ون يونٽ جي سلسلي ۾، سنڌي هاري ڪاميٽيءَ طرفان "باباءِ سنڌ" جي صدارت هيٺ 11 نومبر 1954ع تي حيدرآباد ۾ ٿيل اجلاس ۾ هيٺيان ٺهراءُ پاس ڪيا ويا:

### ٺهراءُ پهريون

هيءَ اجلاس هن راءِ جو آهي ته سنڌ، بلوچستان ۽ فرنٽيئر علائقن کي ويسٽ پاڪستان جي هڪ يونٽ ۾ ناهڻ جو تحرڪ پنجاب جي سرمائيدارن ۽ عملدارن طرفان هلايل آهي، ته جيئن ننڍن صوبن جي وسائل، زمين، تجارت

۽ نوڪرين تي قبضو ڪيو وڃي.

هيءَ تحريڪ بلڪل ناجائز ۽ نامناسب آهي، جنهن ذريعي پنجاب جي عوام ۽ سنڌ جي عوام ۾ نفرت ۽ عام طرح پاڪستان ۾ اندروني خانہ جنگي جو باعث ٿيندو، جنهن مان خطرناڪ نتيجا لازمي آهن.

سنڌ هزارين سالن کان هڪ خاص تهذيب، زبان ۽ روايتن جي مالڪ آهي. اُن کي پاڪستان ۽ اسلام جي نالي ۾ مٽائڻ ناممڪن ۽ ظالمانہ ڪارروائي ٿيندي. اهڙي ناپاڪ تحريڪ کي سنڌ جو عوام ڪڏهن بہ قبول نہ ڪندو. هيءُ اجلاس مسٽر غلام محمد، گورنر جنرل کي اپيل ٿو ڪري تہ هن معاملي کي وڌيڪ ڇڪتاڻ کان سواءِ ختم ڪري، پاڪستان تي مهرباني ڪري.

## ٺهراءُ ٻيو

هن ڪائونسل جو اجلاس سنڌ اسيمبليءَ جي اُنهن ميمبرن تي ناراضگيءَ جو اظهار ٿو ڪري، جو اُنهن بندوق جي ڇانوَ ۾ پوليس ۽ ملٽري کان هيسجي ڪيو آهي. اهو ڪيل فيصلو عوام جو فيصلو نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ سنڌ اسيمبليءَ جي ووٽرن جڏهن انهن ميمبرن کي ووٽ ڏنا هئا، تڏهن انهن جي اڳيان ون يونٽ جو سوال ئي ڪونہ هو. تنهن کان سواءِ اهو فيصلو 1940ع جي لاهور واري تاريخي ٺهراءَ جي قطعي خلاف آهي.

"باباءِ سنڌ" - پاڪستان کان پوءِ سنڌ جي عوام مٿان جيڪي بہ ظلم، زبردستيون ۽ بےانصافيون ٿينديون رهيون، انهن خلاف قلم کنيو. ڪافي محنت ۽ خرچ ڪري، سنڌ جي سيني مسئلن تي انگريزي ۾ پمفليٽ لکيا جن اُن وقت جي حڪومت اندر هڪ قسم جو وڏو ترٿلو مچائي ڇڏيو. دوست توڙي دشمن سڀ داد ڏيڻ لڳا. مان هتي انهن سيني پمفليٽن جو اختصار پيش ڪريان ٿو:

### (1) "پاڪستان ۾ جمهوريت يا آمريت؟" - جلد پهريون

(Democracy or Dictatorship in Pakistan, Vol-1)

(تاريخ اشاعت، ڪراچي، 7 آگسٽ 1955ع، صفحا 21)

مٿئين نالي وارو پمفليٽ "باباءِ سنڌ" اُن وقت قلمبند ڪيو، جنهن

وقت پاڪستان سخت سياسي مونجهاري ۾ مبتلا هو. جمهوريت کي ڪچلڻ لاءِ آمرانہ قوتون زور آزما هيون ۽ عام ماڻهن جي جائز حقن جي پوئواري ڪرڻ وارو ڪو ورلي هو.

انهيءَ پمفليٽ ۾ جمهوريت ۽ آمريت جي چڱائين ۽ اوڻائين بابت تفصيلي ذڪر ڪيو ويو آهي. هن پمفليٽ لکڻ جو وڏو سبب اهو هو، تہ ان وقت عوام کي پيش ايندڙ مشڪلاتن ۽ جمهوريت کي ڪامياب ٿيڻ کان روڪيندڙ طاقتن جو مقابلو ڪيو وڃي. انهيءَ پمفليٽ ۾ جمهوريت ۽ آمريت جا سڀ پهلو ظاهر ڪري ڏيکاريل آهن ۽ اهو ثابت ڪري ڏيکاريل آهي تہ جمهوريت جي ڪري ملڪ ۾ ترقي ۽ خوشحالي اچي سگهي ٿي. ان پمفليٽ ۾ اولهہ پاڪستان جي سڀني صوبن کي زوريءَ ملائي "ون يونٽ" بنائڻ واري منصوبي جو تفصيلي ذڪر ڪيل آهي. پمفليٽ جي آخر ۾ انهيءَ گڏيل بيان جو متن پڻ ڏنو ويو آهي، جيڪو 28 جولاءِ 1955ع تي محترم شيخ عبدالمجيد سنڌي، "باباءِ سنڌ" حيدر بخش جتوئي ۽ محمد محمود (عوامي ليگ) جي صحيحن سان جاري ڪيو ويو هو، جنهن ۾ اُن وقت جي سنڌ جي وڏي وزير- محمد ايوب کهڙي جي ڪرتوتن جو تفصيل سان ذڪر ڪيل آهي.

## (2) "پاڪستان ۾ جمهوريت يا آمريت؟" - جلد ٻيو

(Democracy or Dictatorship in Pakistan, Vol-II)

(تاريخ اشاعت: ڪراچي 22 آگسٽ 1955ع، صفحا 24)

"باباءِ سنڌ" – اهو مٿيون پمفليٽ سنڌ مٿان ون يونٽ جي عذاب مڙهڻ جي خلاف، اعلانِ جهاد طور لکيو. ان پمفليٽ ۾ ون يونٽ بل جو تفصيلي جائزو ورتو ويو آهي. گورنر جنرل غلام محمد طرفان 24 آڪٽوبر 1954ع تي- آئين ساز اسيمبليءَ کي ٽوڙڻ واري قدم جو تجزيو پڻ ورتو ويو آهي. پمفليٽ ۾ ڏيکاريو ويو آهي تہ سنڌ هر لحاظ کان پنهنجي پيرن تي بيهي سگهڻ جي لائق آهي. انهيءَ جي ايراضي ۽ آبادي دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن کان وڌيڪ آهي. پمفليٽ جي آخر ۾ ون يونٽ مان سنڌ ۽ ٻين صوبن کي پهچندڙ نقصانن

جو تفصيلي جائزو ورتو ويو آهي ۽ اُن وقت جيّ آمرانہ حڪمرانن ڪي چيو ويو آهي، تہ انصاف ۽ جمهوريت خاطر ون يونٽ جهڙي غلط منصوبي ڪي عمل هيٺ نہ آڻيو.

## (3) "پاڪستان ۾ جمهوريت يا آمريت؟" جلد ٽيون

(Democracy or Dictatorship in Pakistan, Vol-III)

(تاريخ اشاعت: ڪراچي، 10 سيپٽمبر 1955ع، صفحا 28)

مٿئين نالي واري پمفليٽ ۾ "باباءِ سنڌ" – ون يونٽ واري بل تي ميان ممتاز محمد دولتانہ طرفان پيش ڪيل تقريرن ۽ دلائل جو نقطہ بہ نقطہ جواب ڏنو آهي ۽ مسٽر دولتانہ جيّ لغو دليلن کي نهايت منصفانہ طريقي سان غلط ثابت ڪري ڏيکاريو آهي.

انهيءَ پمفليٽ ۾ محمد ايوب کهڙي جي پير علي محمد راشدي جي ون يونٽ جي تائيد ۽ پنيرائي ڪرڻ ڪي سخت اکرن ۾ ننديو ويو آهي ۽ اهو ثابت ڪري ڏيکاريو ويو آهي تہ هو پنهنجي ذاتي مفاد خاطر سنڌ کي هر وقت قربان ڪرڻ لاءِ تيار آهن.

## (4) "جمهوريت ۽ چيف جسٽس جو انصاف"

(Democracy and Justice of the Chief Justice)

(تاريخ اشاعت: ڪراچي، 25 ڊسمبر 1956ع صفحا 24.)

"باباءِ سنڌ" انهيءَ مٿئين نالي وارو پمفليٽ، پاڪستان فيڊرل ڪورٽ جي چيف جسٽس– مسٽر محمد منير جي انهيءَ تاريخي فيصلي جي خلاف لکيو هو، جنهن مطابق جسٽس منير ان وقت جي گورنر جنرل غلام محمد جي طرفان پاڪستان ۾ جمهوريت جي خاتمي لاءِ مختلف قدم کنيا هئا ۽ جنهن جي پنيرائي جسٽس منير پنهنجي فيصليّ ۾ ڪئي هئي

هيءُ اُهو دؤر هو، جڏهن گورنر جنرل غلام محمد پاڪستان کيّ تباهہ ڪرڻ خاطر سڀ ليڪا لنگهي ويو هو. آئين ساز اسيمبليءَ کي ٽوڙيو ويو هو. صوبائي ۽ مرڪزي حڪومتون ختمُ ڪيون ويون هيون. اهڙي غير

قانوني قدم خلاف مولوي تميزالدين، جيڪو آئين ساز اسيمبليءَ جو اسپيڪر هو ۽ هن سنڌ چيف ڪورٽ ۾ رٽ داخل ڪئي هئي، جنهن گورنر جو اهو حڪم رد ڪري ڇڏيو- انهيءَ فيصلي خلاف پاڪستان حڪومت فيڊرل ڪورٽ ۾ اپيل داخل ڪئي، جنهن جو چيف جسٽس محمد منير هو. ۽ هن سنڌ چيف ڪورٽ جو فيصلو رد ڪري، گورنر جنرل جي حڪم کي بحال رکيو. "باباءِ سنڌ" هن پمفليٽ ۾ لکيو آهي ته جيڪڏهن جمهوريت کي پاڪستان ۾ قائم رکڻو آهي، ته پوءِ جمهوريت جي عوام دشمن قوتن کي ضرور بي نقاب ڪرڻو پوندو. پاڻ لکي ٿو ته چيف جسٽس پاڪستان وڏي ۾ وڏي عدالت جو سربراهه آهي، ان جي فيصلي خلاف ڪاٿ وڌيڪ اپيل نٿي ٿي سگهي؛ تنهنڪري مان هن پمفليٽ ذريعي پنهنجو مؤقف پاڪستان جي عوامي عدالت اڳيان رکان ٿو، جيڪا آخري وڏي ۾ وڏي طاقتور اپيل جي عدالت آهي.

### (5) "ڇا سنڌي ٻولي ڪراچيءَ ۾ قائم رهندي يا نه؟"

(Shall Sindhi Language stay in Karachi or not?)

(تاريخ اشاعت: 9 جنوري 1957ع، صفحا 18)

هن پمفليٽ ۾ "باباءِ سنڌ"– سنڌي ٻوليءَ جو ڪراچيءَ ۾ مستقبل جي باري ۾ لکيو آهي ۽ ثابت ڪيو ويو آهي ته اُن وقت جا حڪمران نه فقط سنڌي ٻوليءَ جي واڌاري ۾ ناخوش هئا، پر سنڌن مرضي اها هئي ته سنڌي ٻولي هميشه لاءِ پوئتي پيل هجي.

### (6) "سنڌ ۾ زميني ڪٿ جو غير منصفاڻو طريقہ ڪار"

(Injustice Land Assessment Rates in Sindh)

(تاريخ اشاعت: حيدرآباد، 15 جون 1957ع)

مٿئين نالي واري پمفليٽ ۾ "باباءِ سنڌ"– سنڌ جي ضلعن ۾ غير منصفاڻي نموني ۾ ڍلن جي بستگيءَ خلاف لکيو آهي. ۽ اهو ثابت ڪري ڏيکاريو آهي، ته سنڌ جي ضلعن ۽ ٻين صوبن جي ضلعن جي مقابلي ۾ ڳريون

ڊلون ورتيون وڃن ٿيون، جنهن ڪري سنڌ جي زراعتي معيشت کي گهڻو نقصان پهتو آهي. خاص ڪري ننڍا ڪاٻيدار تباهہ ٿي ويا آهن. سنڌ ۾ رائج ڪيل سلائيڊنگ اسڪيل هيٺ ڍل جي وصوليءَ خلاف تفصيلي انگن اکرن سان بحث ڪيل آهي.

پمفليٽ ۾ صوبہ پنجاب جي زمين جي حالت، پيداوار ۽ پاڻيءَ جي گهٽائيءَ ۽ سنڌ جي زمين جي حالت، پيداوار ۽ پاڻيءَ جي کوٽ جي ڀيٽ ڪيل آهي ۽ ثابت ڪري ڏيکاريو ويو آهي، تہ سنڌ ۾ پاڻيءَ جي کوٽ، زمين جي حالت گهٽ ۽ پيداوار ٿوري هئڻ باوجود بہ ڍلن ۽ پاڻيءَ جي قيمت پنجاب جي آبادگار کان گهٽ ۽ سنڌ جي آبادگار کان هر قسم جي فصل تي وڌيڪ وصول ڪئي ٿي وڃي.

### (7) ”سنڌ جون زرعي زمينون ڪنهن کي ملڻ گهرجن؟“

(Lands in Sindh, who should own them.)

(تاريخ اشاعت: 27 جولاءِ 1957ع، صفحا 16)

هن پمفليٽ ۾ ”باباءِ سنڌ“ – سنڌ ۾ موجوده زرعي زمين جي مالڪيءَ جي مسئلي تي تبصرو ڪيو آهي ۽ لکيو آهي، تہ سنڌ جي اصلي باشندن خاص ڪري بي زمين هارين کي سنڌ جي زرعي زمين کان سازش تحت محروم رکيو ويو آهي، ۽ سرڪاري زمينن مان گهڻي ۾ گهڻو فائدو غير سنڌين کي مليو آهي.

### (8) ”متروڪ ملڪيت جي ورهاست“ – جلد پهريون

(Disposal of Evacuee Property; Vol-1)

(تاريخ اشاعت: ڪراچي 21 فيبروري 1958ع، صفحا 16)

مٿئين پمفليٽ ۾ ”باباءِ سنڌ“، هندن جي ڇڏيل زرعي زمين جي الاٽمنٽ بابت بحث ڪيو آهي ۽ مهاجرن جو انهيءَ زمين تي ڪهڙو حق آهي، اُن تي پڻ تفصيلي بحث ڪيل آهي. ”باباءِ سنڌ“ هن پمفليٽ ۾ حڪومت کي اپيل ڪئي آهي، تہ هندن جي زمين تي مقامي هارين جو حق آهي، ۽ زمين اُنهن کي ڏني وڃي.

(9) "متروڪ ملڪيت جي ورهاست" - جلد ٻيو

(Disposal of Evacuee Property; Vol-2)

(تاريخ اشاعت: ڪراچي، 27 فيبروري 1958ع، صفحا 8)

اٺن صفحن تي مشتمل هن پمفليٽ ۾ "باباءِ سنڌ" - هندن واري ڇڏيل زرعي زمين جا انگ اکر ڏنا آهن ۽ پهريون جلد ڇپجڻ کان پوءِ جيڪي حالتون پيدا ٿيون، انهن جو جائزو ورتل آهي. ۽ هن پمفليٽ ۾ شهري متروڪ ملڪيت جو پڻ تفصيل سان ذڪر ڪيل آهي ۽ لڏي ويل هندن ۽ لڏي آيل مهاجر زميندارن جي مالڪيءَ وارن حقن تي بحث ڪيو ويو آهي. ۽ اهو لکيو آهي، ته هندن جي ڇڏيل زمين تي مهاجر زميندارن جو ڪوبه قانوني حق نه آهي.

(10) "سنڌ جي ضلعن ۾ زرعي ٽيڪسن جي وصوليءَ واري عمل ۾ ناانصافي"

(Injustice Land-Taxation in Sindh Districts)

(تاريخ اشاعت: ڪراچي، 1960ع، صفحا 34)

سائيڪلو اسٽائيل ٿيل هن پمفليٽ کي، جيڪو ايوب خان جي مارشل لا جي دور ۾ سنڌ جي زميندارن ۽ آبادگارن سان ٿيندڙ زيادتين خلاف لکيو ويو هو، ايوب خان جي آمرانه حڪومت ضبط ڪيو، ۽ "باباءِ سنڌ" کي اُن ڪتابچي لکڻ جي پاداش ۾ مارشل لا جي مختلف قوانين هيٺ گرفتار ڪري، اسپيشل مليٽري ڪورٽ ڪوئيٽا ۾ ڪيس هلائي سخت پورهئي سان ٽي سال جيل جي سزا ڏني ويئي. اُن وقت جڏهن ڪنهن شخص کي اها همت ڪانه هئي ته ايوب خان جي مارشل لا خلاف ڪو قدم ته نهيو، پر ڪجهه چئي به سگهي؛ اهڙي نازڪ وقت ۾ سنڌ جي زميندارن ۽ آبادگارن جي اهم مسئلن ۽ سنڌ جي سرڪاري زمين بابت حق گوئي ۽ انصاف کان ڪم وٺندي، "باباءِ سنڌ" جيڪي تفصيل پيش ڪيا، تنهن جو آمرانه حڪومت وٽ ڪوبه خاطر خواه جواب ڪونه هو. سواءِ اُن جي ته انهيءَ حڪومت هن مردِ قلندر کي هيسائڻ لاءِ جيل ۾ بند ڪري ڇڏيو. جيل جي تڪليفن "باباءِ سنڌ" کي پنهنجي ارادي ۾ وڌيڪ مضبوط ڪيو ۽ جيل مان نڪرڻ کان پوءِ پاڻ سنڌ جي حقن جي جدوجهد کي اڳ کان اڳرو ڪري ڇڏيو.

## (11) "سنڌ جي ڏاکڻي زون ۾ غير منصفاڻو ٽيڪسن جو نظام" - جلد پهريون ۽ ٻيو

(Higher Land Taxation in Southern Sindh zone, Vol- I & II)

(تاريخ اشاعت: حيدرآباد 3 نومبر ۽ 20 نومبر 1966ع، ڪُل صفحا 48)

مٿين ٻنهي پمفليٽن ۾ "باباءِ سنڌ"، سنڌ جي سمورن ٽيڪسن جو جائزو ورتو آهي. هن پنهنجي پاڙيسري صوبہ پنجاب ۾ وچي، هر هڪ ضلعي جا انگ اکر وڏيءَ محنت سان هٿ ڪيا ۽ سرڪاري انگن اکرن مان ثابت ڪري ڏيکاريو، تہ سنڌ اندر مختلف زرعي ٽيڪس، پنجاب جي ضلعن کان ٻيڻا ۽ ڪن حالتن ۾ ٽيڻا وصول ڪيا تا وڃن. پمفليٽ جي پهرين حصي ۾ سال 1954ع کان 1966ع تائين سنڌ اندر لئنڊ روينيو، واٽر ريٽ ۽ ٻين وصول ٿيندڙ ٽيڪسن جا تفصيل ڏنل آهن. 1958ع ۾ مارشل لا حڪومت ۽ ون يونٽ حڪومت طرفان سنڌ ۾ وري وڌيڪ ٽيڪس وڌايا ويا، تن جو پڻ جائزو ورتل آهي.

هنن ٻنهي پمفليٽن ۾ پنجاب ۽ سنڌ جي سيني ضلعن جي في ايڪڙ پيداوار ۽ لئنڊ روينيو، واٽر ريٽ ۽ ٻين وصول ٿيندڙ سيني ٽيڪسن جو چارٽر (نقشو) ڇپيل آهي.

پمفليٽ جي ٻئي جلد ۾، ان وقت جي ويسٽ پاڪستان اسيمبليءَ ۾ سنڌ جي سيني ميمبرن هن پمفليٽ جي تائيد ۾ صحيحون ڪيون آهن، جنهن جي فوٽو ڪاپي بہ شامل ڪيل آهي.

## (12) "گڊو بيراج جي رياستي زرعي زمين جي ورهاست"

(Disposal of Guddu Barrage State Land)

(تاريخ اشاعت: سکر 4 اپريل 1957ع، صفحا 12.)

"باباءِ سنڌ" مٿين پمفليٽ ۾ سنڌ جي هارين جي حالت جو ذڪر ڪيو آهي. سندس قول آهي، تہ ملڪ ۾ اڪثريت هارين جي آهي، زمين جو اصل مالڪ هاري آهي، مگر هنن کي هميشہ نظرانداز ڪيو ويو آهي.

هن پمفليٽ ۾ لکيو ويو آهي تہ پيرزاده عبدالستار جڏهن سنڌ جو وزيراعليٰ هو تڏهن هن انجام ڪيو هو، تہ بيراج جي 6- لک ايڪڙ زمين مقامي

هارين کي ڏنيءَ ويندي. مگر گورنر جنرل غلام محمد ”ون يونٽ“ زوريءَ مڙهي، سنڌ جو وزير اعليٰ- مسٽر ايوب خان کهڙي کي ڪري ڇڏيو، جنهن هارين کي زمين ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. پمفليٽ ۾ ”باباءِ سنڌ“ لکيو آهي، ته اهڙيءَ حالت ۾ لاهور سرڪار کان اُميد ڪرڻ ته زمين سنڌ جي هارين کي ملندي، اها ڳالهه بلڪل ناممڪن هئي.

پمفليٽ ۾ ڪيترن ليڊرن جون اسيمبليءَ ۾ ڪيل تقريرن جا حوالا ڏنل آهن، جن ۾ هنن چيو هو ته سنڌ جي سرڪاري زمين تي پهرياڻين حق اُتي جي هارين جو آهي، مگر اڳتي هلي هو سڀ ڦري ويا.

”باباءِ سنڌ“، هن پمفليٽ ۾ گدو بيراج جي زمين جا انگ اکر پيش ڪيا آهن ۽ اُهي سمورا تفصيل شايع ڪيا آهن، جن کي اُها زمين ڏني ويئي آهي، هن اهو پڻ ڏيکاريو آهي ته بيراج جي زمين مان چاليهه سيڪڙي کان به گهٽ زمين مقامي بي زمين هارين کي ڏنل آهي، جڏهن ته پي زمين سول ۽ فوجي عملدارن ۽ قبائلي سيٽلرن ۽ عام نيلام ۽ پين مختلف اسڪيمن هيٺ نيڪال ڪئي ويئي آهي.

## (13) ”مکي ڍنڍ جي علائقي مان مقامي آباديءَ جي زبردستي لڏپلاڻ بند ڪريو“

(Stop Ejectment of Population from Mukhi Dhandh Area).

(تاريخ اشاعت: حيدرآباد 20 ڊسمبر 1967ع، صفحا 16)

”باباءِ سنڌ“ هيءَ پمفليٽ مکي ڍنڍ ايراضيءَ جي هارين مٿان ٿيندڙ ظلم کان متاثر ٿي لکيو هو. ”باباءِ سنڌ“ پاڻ ۽ پنهنجي رفيقن سان گڏ جڏهن مکي ڍنڍ ايراضيءَ ۾ وڃڻ لاءِ پروگرام تي سانگهڙ پهتو، تڏهن انهيءَ ڏينهن قلم 144 لڳايو ويو. ”باباءِ سنڌ“ ڪابه پرواهه نه ڪئي ۽ سرزمين تي پهتو، جتي هزارين هارين سندن شاندار استقبال ڪيو ۽ پنهنجون تڪليفون لکت ۾ ڏنيون. شڪايت ڪندڙ هاري گهڻي ڀاڱي سڀ پير صاحب پاڳاري جا مريد حُر هئا.

حر هارين- ”باباءِ سنڌ“ کي ٻڌايو ته اسان جون اصلي زمينون ته بي

قاعدي پين کي تقسيم ڪيون ويون آهن، پر هاڻي اسان جا گهر زبردستيءَ ٽريڪٽرن سان ڊاهي، جيلن ۾ بند ڪرائي، اباڻن ڳوٺن مان به لڏايو ٿو وڃي. ”باباءِ سنڌ“ هارين سان گڏ وڃي ڪيترين سرزمينون پڻ ڏٺيون ۽ سڀ تفصيل تيار ڪري، حيدرآباد پهچڻ شرط مٿيون پمفليٽ لکيو. ڪتاب ڇپجي جڏهن هاري آفيس ۾ پهتو، ته 11- بجي رات جو لاهور سرڪار جي وارنٽ تي ”باباءِ سنڌ“ کي گرفتار ڪري، مڇ جيل موڪليو ويو.

”باباءِ سنڌ“ هن پمفليٽ ۾ مکي ڍنڍ جي زمين جي سچي تاريخ بيان ڪئي آهي. زمين جي ايراضي، جا اٽڪل پنج لک ايڪڙ ٿيندي، انهيءَ متعلق لکيو آهي ته انهيءَ زمين جا اصلي مالڪ حُر هاري آهن. انگريزن بي سبب اُهي زمينون ضبط ڪري ڇڏيون هيون.

”باباءِ سنڌ“ پمفليٽ ۾ لکيو آهي ته پاڪستان ٿيڻ کان پوءِ اها ڪافي اُميد هئي، ته مکيءَ جي زمين وري اصلي مالڪن کي واپس ڏني ويندي، مگر انهيءَ جي بجاءِ اُها ضبط ٿيل زمين فوجين، قبائلين ۽ سرڪاري عملدارن کي الاٽمنٽ ڪري ڏني ۽ لکين روپيا خرچ ڪري، هن کي زمين آباديءَ لائق بڻائي ڏني ويئي. ”باباءِ سنڌ“ لکيو آهي ته هيءُ مکيءَ جي اصلي رهواسين سان ظلم ۽ ناانصافي آهي ۽ مطالبو ڪيو آهي ته هنن سان انصاف وارو سلوڪ اختيار ڪري، اُهي سڀ زمينون اصلي مالڪن جي حوالي ڪيون وڃن ۽ هنن کي پنهنجي زمين ۽ گهرن تان ڪنهن به حالت ۾ بي دخل نه ڪيو وڃي. انهيءَ پمفليٽ ۾ مکي علائقي جي ڳوٺن جا نالا ۽ انهيءَ ۾ رهندڙ ماڻهن جي آدمشماريءَ جا انگ اکر پڻ ڏنا ويا آهن.

## (14) ”ون يونٽ ٽوڙي سنڌ، بلوچستان ۽ پختونستان جي حق اختياري بحال ڪئي وڃي.“

(Break up One-Unit Restorful Provincial Autonomy to Sindh, Balochistan and Pakhtoonistan)

(تاريخ اشاعت: حيدرآباد، 14 مارچ 1969ع)

9 مارچ 1969ع تي حيدرآباد ۾ جناب مخدوم محمد زمان ’طالب المولٰي‘ صاحب جي ڪنٽونمينٽ واري بنگلي تي ”ون يونٽ“ خلاف سنڌ

جي قومي ۽ صوبائي اسيمبليءَ جي ميمبرن، عوامي رهنمائن ۽ قومي ڪارڪنن ۽ دانشورن جو ڪنوينشن جناب شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي صدارت هيٺ گڏ ٿيو. انهيءَ موقعي تي "باباءِ سنڌ" هڪ بل تيار ڪري آيو، جنهن تي اُن وقت موجوده قومي اسيمبليءَ جي ميمبرن- جناب مخدوم محمد زمان صاحب، جناب عبدالحميد جتوئي، جناب غلام مصطفيٰ جتوئي، جناب خانبهادر غلام محمد وسان، جناب مير اعجاز خان ٽالپر ۽ جناب صادق علي ميمڻ صحيحون ڪري، بل کي قانوني شڪل ڏني.

"باباءِ سنڌ" اهو صحيحن ڪيل بل قومي اسيمبليءَ جي سيڪريٽريءَ ڪي ڏياري موڪليو. انهيءَ بل ۾ سيڪريٽري کي لکيو ويو هو، ته ايندڙ قومي اسيمبليءَ جي اجلاس ۾ هيءُ بل ايجنڊا تي رکيو وڃي.

"باباءِ سنڌ"، انهيءَ بل جو پمفليٽ ڇپايو، جنهن ۾ قومي اسيمبليءَ جي ميمبرن جي صحيحن جي فوٽو ڪاپيءَ سان گڏ اجلاس ۾ پيا جيڪي عوامي رهنما گڏ ٿيا هئا، انهن جي صحيحن جي فوٽو ڪاپي به شامل ڪيل آهي. قومي اسيمبليءَ جي سيڪريٽري ون يونٽ خلاف موڪليل اُهو بل قومي اسيمبليءَ جي اجلاس جي ايجنڊا تي رکيو، مگر جلد ئي صدر يحيٰ خان "ون يونٽ" جي خاتمي جو اعلان ڪري ڇڏيو.

# سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جو تاريخي پڌرنامو

(حيدرآباد، 12 نومبر 1967ع

صدر ايوب جي آمرانہ حڪومت 1958ع ۾ پاڪستان جي سڀني سياسي جماعتن سان گڏ سنڌ هاري ڪاميٽي تي پڻ مارشل لا هيٺ بندش وڌي. ”باباءِ سنڌ“ ۽ ڪيترن هاري ورڪرن کي گرفتار ڪري، جيل ۾ بند رکيو ۽ سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جي مرڪزي آفيس ۽ سنڌ ۾ ٻين سڀني هاري آفيسن کي سيل مهر ڪري ڇڏيو.

جڏهن سڀني سياسي جماعتن سان گڏ سنڌ هاري ڪاميٽيءَ تان بندش لاٿي ويئي. تڏهن ”باباءِ سنڌ“ – سنڌ جي هارين، دانشورن، هاري ڪارڪنن کي حيدرآباد ۾ 12 نومبر 1967ع تي اچڻ جو سڏ ڏنو.

”باباءِ سنڌ“ جي انهيءَ سڏ– ”ون يونٽ“ حڪومت کي ڏڪائي ڇڏيو. هر طرحين جون ڪوششون ڪيون ويون، تہ اهو ٿيندڙ ڪنوينشن ڪامياب نہ ٿئي. پرمٽ (Permit) ڏيڻ کان بہ نٽايو پئي ويو. ”باباءِ سنڌ“ ۽ سندس رفيقن– ڪنوينشن کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ پنهنجو تحرڪ جاري رکيو.

12- نومبر 1967ع جو ڏينهن حيدرآباد جي تاريخ ۾ وڏو يادگار ڏينهن رهندو. سنڌ جي ڪنڊڪڙڇ مان هزارين هاري ۽ عوامي ڪارڪن ڪنوينشن ۾ اچي شريڪ ٿيا. ڪنوينشن جو اجلاس نواب زاهد علي خان جي بنگلي اڳيان واري ميدان تي شاندار پنڊال ۾ شروع ڪيو ويو.

حيدرآباد جا رستا سنڌ جي ماروئڙن، جهانگيئڙن جي روايتي سنڌي لباس اچو پٽڪو، اجرڪ، شلوار سان تمتار نظر اچي رهيا هئا. هيترن اڻاهہ هارين جي حيدرآباد ۾ اچڻ، شهر ۾ ترٿلو پيدا ڪري ڇڏيو. ويتر جو سڀني هارين ۽ ڪارڪنن جي سيني تي ”هاري حقدار“ ۽ ”جيئي سنڌ“ جا بيجز لڳل هئا، تنهن شهرين کي منجهائي وڌو تہ هيءَ وري ڪهڙي مصيبت اچي شهر

تي نازل ٿي آهي! سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جي صدر جي حيثيت ۾، "باباءِ سنڌ" هن عظيم الشان اجلاس جي صدارت ڪئي ۽ انهيءَ تاريخي اجتماع ۾ سنڌ هاري ڪاميٽيءَ طرفان هينيون پڌرنامو پڙهيو، جو ڪنوينشن ۾ بحال ڪيو ويو. اهو پڌرنامو هن ريت آهي.

## پڌرنامو

### بنيادي حقوق

* حڪومت جو نظام جمهوري اصولن تي هلايو وڃي ۽ آمريت جي هر اثر کي ختم ڪيو وڃي. انهيءَ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ:
* قومي اسيمبليءَ جا ۽ هر علائقائي اسيمبلين جا نمائندا ۽ صدر مملڪت، سڌيءَ طرح ۽ عام بالغ راءِ جي بنياد تي چونڊيا وڃن.
* عوام جي نمائندن مان ئي وزارتون ٺهيون وڃن ۽ حڪومت جي تمام طاقت ۽ فيصلا (بجيٽ جي اختيارن سميت) انهن جي هٿ ۾ هجن.
* "ون يونٽ" کي ٽوڙي، سنڌ (ڪراچي سميت)، بلوچستان، سرحد ۽ پنجاب جي صوبائي حيثيت کي وري قائم ڪيو وڃي. ڪشمير لاءِ به اهو ئي وعدو ڏنو وڃي ۽ پورو ڪيو وڃي.

### سرڪاري زمينن جو نيڪال

* سڀ سرڪاري زمينون، بي زمين هارين کي مقرر ۽ مناسب مالڪاڻي سان آسان قسطن تي ۽ بنا وياج جي ڏنيون وڃن. انهن زمينن جو عام نيلام قطعي بند ڪيو وڃي.
* سکر بيراج، ڪوٽڙي بيراج ۽ گڊو بيراج جي زمينن تي مهاڳيدارن، خاص موڪل جي حقن وارن، نوبت ضبط، دريا خوردي وارن جا حق سختيءَ سان محفوظ رکيا وڃن ۽ اهي زمينون نيلام نه ڪيون وڃن.
* مکي ڍنڍ جون زمينون مقامي هارين کي ڏنيون وڃن ۽ انهن کي ڪنهن به حالت ۾ بي دخل نه ڪيو وڃي. جن هارين کان زمينون کسيون ويون آهن، اهي انهن کي واپس ڏنيون وڃن.
* عمديون زمينون عملدارن کي ۽ نيلام رستي ۽ مختلف اسڪيمن جي نموني

۽ ٻهاني سان سرمائيدارن کي ڏنيون وڃن ٿيون ۽ ساديون ٻچيل زمينون هارين کي آڇيون وڃن ٿيون، اها غلط پاليسي آهي. عمدين زمينن تي پهريون حق مڪاني هارين جو تسليم ڪيو وڃي.

* لاڙ ۽ ڪاري چاڻ ۾ جن ڪاتيدارن جون زمينون ڪوٽڙي بيراج نڪرڻ سبب آباديءَ کان خارج ٿي ويون آهن، انهن ڪاتيدارن کي عيوضي ۾ سٺيون آباديءَ لائق زمينون ڏنيون وڃن.

## متروڪ زرعي زمينن جو نيڪال

* جن مقامي ۽ مهاجر الاٽي هارين کان زمينون کسيون ويون آهن، انهن کي سرڪاري زمينون ڏيئي ورسايو وڃي ۽ انهن جو حق ٻين هارين کان مٿي رکيو وڃي.
* هينئر ويهن سالن کان پوءِ الاٽي هارين کان زوريءَ "ليس مني" وصول ڪئي وڃي ٿي، جو بلڪل ظلم آهي. گهڻين حالتن ۾ ٽپيدارن بروقت وصول ڪئي هئي ۽ ڪيترن حالتن ۾ مقامي زميندارن ۽ ڪامورن گڏجي هندن جو حصو پڻ کنيو هو ۽ هارينَ کي رڳو هارپ نصيب ٿي هئي. ليس منيءَ جي وصولي بند ڪئي وڃي ۽ حساب تان لاهي ڇڏجي.
* باقي ٻچيل متروڪ زرعي زمينون مقامي هارين، ننڍن مهاڳيدارن ۽ ڪاتيدارن کي ٻين سرڪاري زمينن وانگر ڏنيون وڃن.

## زرعي سڌارا

* زرعي سڌارن جو صحيح طريقو اهو هو، ته وڏن زميندارن ۽ جاگيردارن کان ورتل زمينون معمولي مالڪاڻي تي مقامي هارين کي ڏنيون وڃن ها. مگر ائين نه ڪيو ويو آهي ۽ هارين کان تمام ڳرا مالڪاڻا ورتا وڃن ٿا. مثلاً: چانديه جاگير (ضلع لاڙڪاڻي) ۾ خشڪ پوک لاءِ به في ايڪڙ 450 روپيا ورتا ويا آهن، حالانڪ ساڳئي قسم جي بيراج جي سرڪاري زمين في ايڪڙ 200 روپيا مالڪاڻو مقرر آهي. انهن زمينن لاءِ پاڻي به ميسر ڪنيو ويو آهي. اهڙيءَ حالت ۾ مالڪاڻو ڏيڻ، هارين لاءِ مشڪل ۽ محال مسئلو بڻجي ويو آهي. روينيو عملدار– مالڪاڻو ضبطيءَ سان وصول ڪري رهيا آهن. هن لاءِ هينيون تجويزون عمل ۾ آنديون وڃن.

* مالڪاڻو گهٽايو وڃي ۽ قسطون نئين سر بست ڪيون وڃن. جتي واهن جو پاڻي مهيا نہ ڪيو ويو آهي، اُتي قسطون مهلت هيٺ رهن. مالڪاڻي جي وصوليءَ لاءِ ضبطين جي ڪارروائيءَ بند ڪئي وڃي.
* وڏ ۾ وڏ زمينداريءَ جي حد 15000 پيداواري يونٽ هئڻ گهرجي.

## ڍلن جي شرح

* زرعي ڍلون انڪم ٽيڪس جي اصولن تي بست ڪيون وڃن ۽ ڇهہ هزار روپين کان گهٽ ساليانيءَ زرعي پيداوار تي ڪابہ ڍل نہ وجهڻ گهرجي.
* 6- ايڪڙ ساريال زمين ۽ 34 ايڪڙ خشڪ پوک تي ڍل معاف ڪئي وڃي. انهن ڪاتيدارن کان فقط آبيانو ورتو وڃي، جو واهن جي پاڻيءَ جي اصلي خرچ مطابق هجي.
* ڍل ۽ آبياني جو مقدار ڪنهن بہ صورت ۾ ڪاتيدارن جي صافي بچت جي چوٿين پتي کان وڌيڪ نہ هجي.

## سنڌين لاءِ سرڪاري نوڪريون

* ”ون يونٽ“ حڪومت ۾ سيني ڪاتن جي سنڌي عملدارن جي حق تلفي ڪئي وئي آهي. لائق ۽ ايماندار عملدارن کي پڪو نٿو ڪيو وڃي. انهن جا اضافا روڪيا ويا آهن ۽ اڻ آزمودگار نوجوان عملدار انهن جي مٿان رکيا وڃن ٿا، جن مان گهڻا ٿوري وقت جي نوڪري ۾ ئي رشوت خوريءَ کان مشهور ٿي ويا آهن.
* نيم سرڪاري ادارن ۾، جن جو تعداد ٽيهارو آهي. ريلوي، واپڊا، اي. ڊي. سي، وغيره وغيره انهن ۾ سنڌين جي نمائندگي سنڌ اندر دفترن ۾ حبہ نہ جي برابر آهي ايستائين جو ڪلارڪن ۽ پٽيوالن جون جايون بہ ٻاهرين ماڻهن سان ڀريون وڃن ٿيون.
* بورڊ آف روينيو جهڙي اهم اداري ۾ هڪ بہ سنڌي ميمبر ڪونهي.
* ”ون يونٽ“ سيڪريٽريٽ ۾ 1956ع ۾ اٽڪل ڇهہ سؤ سنڌي ڪلارڪ ۽ پٽيوالا هئا. هاڻي انهن جو تعداد هڪ سؤ کان بہ گهٽجي ويو آهي. نئين ڀرتين ۾ سنڌين لاءِ ڪابہ اُميد ڪانهي.

### سنڌي زبان

* سنڌي زبان کي سنڌ ۾ سرڪاري زبان ڪري تسليم ڪيو وڃي.
* سنڌ ۽ ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾، جن شاگردن جي مادري زبان سنڌي ناهي، انهن لاءِ سنڌي زبان کي لازمي ثانوي زبان جو درجو ڏنو وڃي.
* سڀني امتحانن ۾ (اعليٰ ملازمتن جي امتحانن سميت) پيپرن جو سنڌي ۾ جواب ڏيڻ تسليم ڪيو وڃي.
* سنڌ اندر سڀني عملدارن لاءِ سنڌي سمجهڻ ۽ لکڻ لازمي قرار ڏنو وڃي.

### مزدورن جا حق

* مزدورن جا جي حق، بين الاقوامي مزدور اداري تسليم ڪيا آهن ۽ پاڪستان بہ اُن اداري جو رڪن آهي. سي حق پاڪستان جي مزدورن کي ڏنا وڃن. مزدورن جي هڙتال جو حق تسليم ڪيو وڃي ۽ انهن جي لاءِ علاج، رهڻ ۽ موڪلن جون سهوليتون مهيا ڪيون وڃن. مزدورن خلاف ڊفينس آف پاڪستان ايڪٽ ۽ رولن جي استعمال سان سرمائيدار طبقي جي طرفداري بند ڪئي وڃي. پاڪستان جي ڪارخانن ۽ ملڪي پيداوار جا حقيقي معمار مزدور ۽ هاري آهن.

### شاگردن جا مسئلا

* يونيورسٽي آرڊيننس ختم ڪري، شاگردن لاءِ گهٽ فين جون سهوليتون مهيا ڪيون وڃن ۽ انهن کي اُهي جمهوري آزاديون ڏنيون وڃن، جي آزاد ملڪن جي ڪاليجن ۾ تسليم شده آهن. انهيءَ ۾ ئي هن قوم جي دولت، ايرنديڙ طاقت ۽ آئينده نسلن جي ترقيءَ جو مدار آهي.
* سنڌي شاگردن لاءِ سنڌ اندر زرعي، ميڊيڪل، انجنيئرنگ ڪاليجن ۽ پاليٽيڪنيڪ انسٽيٽيوٽ ۾ داخلائون محدود رکيون ويون آهن ۽ سنڌ کان ٻاهر ڪاليجن ۾ سنڌين لاءِ داخلائون قريب قريب بند آهن. سنڌ جهڙي پٺتي پيل علائقي سان هيءُ برتاءُ بي ناانصافي جي برابر آهي.

### متفرقہ انتظامي مسئلا

* رشوت ايترو تہ زور ورتي ويئي آهي، جو اُن کي گهٽائڻ لاءِ تمام سخت قدمن

جي ضرورت آهي. وڏن عملدارن کي رشوت جي ڏوهہ لاءِ ملڪ نيڪالي يا ڪاري پاڻي قيد جي سزا ڏني وڃي ۽ انهن جون ملڪيتون ضبط ڪيون وڃن.

* اناج جي وڪري لاءِ سرڪاري مارڪيٽ ۾ ديپو کوليا وڃن، جيئن هارين ۽ ڪاتيدارن کي سنئون سڌيون پوريون قيمتون ملن ۽ عوام کي اناج مناسب اگهن تي ملي سگهي.
* عمده ٻج، ڪيميائي ڀاڻ، جديد زرعي اوزارن ۽ ٽريڪٽرن جون سهوليتون هارين ۽ ننڍن ڪاتيدارن کي تقاوي قرضن جي ذريعي ڏنيون وڃن.
* واهن جي ڪاٽين جا ٺيڪا مقامي ڪاتيدارن کي مقرر اگهن تي ڏنا وڃن، تہ جيئن هو پنهنجي فائدي خاطر ڪاٽيون پوريءَ طرح ڪٽائين ۽ پاڻي وڌائين. ٻاهريان ٺيڪيدار– عملدارن سان گڏجي گهوٻيون هڻن ٿا ۽ ڪم پورو نٿا ڪن.
* سنڌ ريجمنٽ قائم ڪري، سنڌين لاءِ وڏي پيماني تي فوجي تربيت جو انتظام ڪيو وڃي ۽ ملڪ جي بچاءَ ۾ سنڌين کي بہ موقعو ڏنو وڃي.

## عرض ۽ اعلان

* مٿيان مطالبا نہ فقط هارين جا، پر قوم جي تمام عوام جي ترجماني ڪن ٿا.
* سنڌ جا ماڻهو چاهين، تہ هو انهن کي آئيني طريقن سان عملي جامو پهرائي سگهن ٿا.
* انسان ذات انهيءَ مرحلي تي پهتي آهي، جو پاڪستان هجي يا آمريڪا– ڪٿي بہ ڪيڏو بہ جابر حاڪم هجي، تہ بہ هو عوام جي آواز ۽ مطالبن کي نظرانداز نہ ٿو ڪري سگهي.
* سنڌي هم وطنو! هاريو! مزدورو! ڪاتيدارو! اديبو! شاعرو! تاجرو! طالب علمو! هيءَ اوهان کي صداءِ عام آهي! اچو تہ منظم ٿي پنهنجا حق حاصل ڪريون! اهو ڏينهن ڏور نہ آهي، جو اسان پنهنجي منزل مقصود تي پهچي وينداسون.

# "باباءِ سنڌ" هڪ عظيم انقلابي شاعر

"باباءِ سنڌ"، پنهنجن ۽ پراون هٿان سنڌ مٿان ٿيل ظلم ۽ بي انصافي کان متاثر ٿي، ڪيترائي نظم لکيا ۽ ڇپائي سنڌ جي عوام تائين پهچايا. "باباءِ سنڌ" – سياسي اڳواڻ ۽ اديب سان گڏ هڪ عظيم انقلابي شاعر پڻ هو. انهيءَ سلسلي ۾، جناب مولانا غلام محمد گرامي صاحب جن جو "باباءِ سنڌ" جي شاعرانه زندگيءَ تي لکيل تمهيد ۽ تعارف پيش ڪجي ٿو:

"شاعري انسانيت جي ضمير آواز آهي." اهو ضمير جو آواز، هميشه بلند رهندو آيو آهي ۽ بلند رهندو ايندو. شاعري انساني تهذيب جي حسن ۽ جمال کي وڌائي ٿي. تخيل جي شمع فروزان، اونده ۽ انڌڪار جي دنيا ۾ آب حيات کي ڳولي ٿي. شاعري انسان جي دبيل ۽ گهٽيل جذبات کي اظهار جي قوت ڏئي ٿي ۽ قوتِ اظهار کي تلوار آبدار وانگر پاڻي پياري ٿي. شاعري هڪ زخم خورده روح جي آهه ۽ فرياد آهي، پر بيمار مجروح ۽ بيمار روحن لاءِ دوا دارون آهي. شاعري جگر جو خون آهي، جنهن سان علم ۽ فڪر جي باغ جي گلن ۽ ڦلن جي تازگي حسين بندي وابسته آهي. تڏهن ته شاعريءَ کي پيغمبريءَ جو جزو چيو ويو آهي. ٿورن لفظن ۾: شاعري حق جي ڳولائو آهي ۽ باطل کان بيزار آهي، جنهن کي جاهل پنهنجي ناداني‌ءَ جي ڪري ڪفر ۽ گمراهي تا سڏين– جاهلانش ڪفر دانند از خري! ۽ شاعر– "عاشق زهر پياڪ" آهي، وِهه ڏسي پيو وهسي ۽ خوش ٿئي. شاعر ان ڪري ٿو زهر پيئي جيئن ڪنهن بئي معصوم ۽ مظلوم کي ڪٿي زهر نه پيئڻو پوي! اگر ڪو ڪيس اهو يقين ڏياري ته ساريءَ دنيا جو زهر هڪ ئي پيري ختم ڪرڻو آهي، پر ڪو پيئڻ لاءِ تيار نه آهي ته پوءِ شاعر ائين ڪرڻ لاءِ تيار آهي. هو چوندو ته، "اهو سمورو زهر مان ئي ٿو پيئان." اصل هڪ قطرو به نه بچائيندو! شاعر هر دؤر ۾، هر روپ ۾ موجود آهي. سقراط به آهي، ته عيسيٰ به آهي، ته حسين به آهي. "زهر جو پيالوءِ صليب ۽ دشتِ ڪربلا" – شاعر سان لازم ملزوم آهن.

شاعر هر دؤر ۾ هر حق ۽ باطل جي ڪشمڪش جي سلسلي ۾ ڪيڏارو ٿو ڳائي، صليب تي ٿو سواري ڪري، يا سوريءَ کي ٿو سينگاري. شاعر هميشه صليب جي ساڀي ۾، سوريءَ تي ”منصور“ وانگر ٿو چڙهي، ته ڪڏهن ”سرمد“ وانگر تهه تيغ ٿو رهي، ۽ ڪڏهن ڪربلا ۾ ڪُسڻ قبول ٿو ڪري، پر هر حال ۾ حق پسندانه نظريه سان وابسته هوندو. باطل تي ٿٽڪار وجهندي، ڪُسي ويندو، پر ٻڙڪ ٻاهر نه ڪڍندو.

– ”باباءِ سنڌ“ حيدر بخش جتوئي، سنڌ جو منصُور ۽ سرمد هو، جنهن سوريءَ کي سينگاريو، باطل کي للڪاريو، ظلم ۽ تشدد جي خلاف مقابلو جوٽيو. سنڌ جي ادبي تاريخ ۾ هيءُ پهريون شاعر آهي، جنهن روايتي شاعريءَ کان منهن موڙي، جديد شاعريءَ جو بنياد وڌو ۽ انقلابي شاعريءَ جو آغاز ڪيائين. سنڌ جي مظلومانه حال تي رجزخواني ڪيائين. سنڌ کي پيڙهيندڙ طاقتن کي نغاري جي چوٽ تي للڪاريائين. هارين ۽ مزدورن جي ڪسمپرسيءَ تي ڳوڙها ڳاڙيائين. سنڌ کي ”جيجل ۽ مني ماءُ“ سڏيائين ۽ ان لاءِ جيل ڪاٽيائين. آخر ان ئي راه ۾ پهچي پساهه پورا ڪيائين. گويا هيءُ ئي سنڌي شاعر پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿيو.

**– ليکڪ: غلام حسين سومرو**

---

**سنڌ هاري ڪاميٽي حيدرآباد طرفان سن 1973ع ۾ ڇپايل سووينئر ”باباءِ سنڌ جي سنڌ لاءِ جدوجهد جو تاريخي ۽ معلوماتي جائزو“ تان ورتل.**



ڪامريڊ حيدربخش جتوئي جي 1956ع ۾ چين جي
اڳوڻي صدر چو اين لاءِ سان گڏ تصوير.

# سنڌ جو عظيم قومپرست ڪميونسٽ

اسان جا سڀ ڪان وڏيڪ پروسي جوڳا ساٿي هاريو، مزدورو، شاگردو، اديبو ۽ دانشورو "جيئي پورهيت سنڌ"

ساٿيو! اسان سڀ هڪ ٻئي جا ڏاڍا ٿورائتا آهيون، جو هتي اچي ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جي چوڏهين ورسيءَ ڪي چار چنڊ لاتا اٿئون. ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جهڙي عظيم انسان جي هيلوڪي ورسي، هڪڙي اهڙي هنڌ تي ملهائي پئي وڃي، جتان ڪان رڳوڪجهہ فرلانگن جي پنڌ تي، سنڌ جي سپوتن ۽ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جي واٽ تي هلندڙن، تازيءَ جمهوري جدوجهد ۾ ثابت ڪري ڏيکاريو آهي تہ اهي ڪنهن بہ انقلابي جدوجهد ۾ ڪڏهن بہ پوئتي پوڻ وارا ڪونہ آهن.

تازو جمهوري جدوجهد ۾ سڪرنڊ جي ويجهو "پنهون خان" جي ڳوٺ وٽ، سامراجي ڇاڙتن جي هٿان عوام جو جيڪو خون وهايو ويو آهي، انهيءَ تي جيترو ماتم ڪجي اهو ٿورو آهي.

ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جنهن انقلابي جدوجهد جي شروعات ڪئي هئي، تازي عوامي جنگ، انهيءَ جو حقيقي پڙاڏو آهي. ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جيئن تہ سنڌ جي هارين ۾ ٿي پنهنجي "انقلابي واٽ" جي لاٽ ٻاري هئي، ان ڪري سندس لاٽ جو اهو سوجهرو انهن هارين جي هٿان ٿي جڳمڳائيندي هن وقت سڄيءَ سنڌ ۽ دنيا کي روشن ڪري رهيو آهي. اسان، اوهان ۽ هي هاري ۽ مزدور، جيڪي هن ميڙ ۾ هتي اچي ڪٺا ٿيا آهن، سي سڀ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جي جلايل جوت هيٺ "عالمي پورهيت سماجي شعور" کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪٺا ٿيا آهيون. ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي اهو عظيم انسان آهي، جنهن انگريزي دور جي هڪ تمام وڏي عهدي کي لت هڻي هارين، مزدورن ۽ مظلوم ماروئڙن جي واهر ۽ وسيلو بڻجي، ميدانِ ڪارزار ۾ نڪري آيو ۽ هاري حقدار جو نعرو بلند ڪري سامراج جي دلال استحصالي قوتن سان ٽڪر ڪاڌو ۽ هارين کي سجاڳ ڪري، هارين جي

جلسن ۽ جلوسن کي منظم ڪري ڪين اڌ بٽائي ۽ ٻيا ڪيترائي حق ورائي ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿيو. نه رڳو اهو پر جڏهن پاڪستاني جبري الحاق ۾ واڙيل مظلوم قومن جي ڳچيءَ ۾ ون يونٽ جي غلاميءَ جو ڳٽ وڌو ويو، تڏهن پڻ هن عظيم انسان ايوبي آمريت جي ڏاڍ جي خلاف وڙهندي جيل جي ڪال ڪوٺڙين ۾ به مظلوم عوام ۽ مظلوم قومن جي حق ۾ آواز بلند ڪيو.

سامراجي ڇاڙتن کي سڀ کان وڌيڪ جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کان خوف هوندو هو ته اهو ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي ئي هوندو هو. ڇاڪاڻ ته پورهيت سماجي سچ جي آواز جي للڪار ڪوڙ جي ڪنگرن ۾ جتان ڪٿان ڏار وجهڻ شروع ڪري ڇڏيا هئا. اهڙيءَ طرح ون يونٽ جي خلاف جدوجهد هجي يا هارين جي هلچل هجي يا ٻي ڪابه جمهوري تحريڪ هجي، سڀ کان اڳ ظلم ۽ ڏاڍ جي اڳيان هيءُ بهادر انسان ئي اچي بيهندو هو.

ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي سدائين اها ئي سياست ڪندو هو، جيڪا حالتن جي گهرج هوندي هئي. اهڙي سياست ڪرڻ جي ڪري پاڪستان پرست سوشلسٽن جي طرفان ڪيس قوم پرست هجڻ جو طعنو ڏنو ويندو هو، پر جيئن ته ڪامريڊ هڪ حقيقي ڪميونسٽ هو، ان ڪري ان ڄاتو ٿي ته اُپريل تضاد ئي انقلاب جي اڳواٽي ڪندو آهي، يعني اُپريل تضاد انقلاب جي متحرڪ قوت هوندو آهي؛ ان ڪري اُپريل تضاد سان هٿ چراند تاريخي ضرورت سان هٿ چراند هوندي آهي ۽ تاريخي ضرورت سان هٿ چراند انقلاب دوستي جي خلاف آهي. جڏهن به ڪو تضاد تاريخي ضرورت جي شڪل اختيار ڪندو آهي، تڏهن اهو انقلابي جدوجهد ۾ تبديل ٿي ويندو آهي، ۽ هر انقلابي جدوجهد، نظريي ۽ عمل جو جدلياتي ڳانڍاپو هوندي آهي، جيڪو مارڪسزم جو بنياد آهي. مارڪسزم جيئن ته انقلاب جي مڪمل سائنس آهي، ان ڪري ان کي سماجي ۽ تاريخي حالتن سان ميڪانڪيت نه پر ماديت جي بنياد تي لاڳو ڪرڻو پوندو آهي. تنهن ڪري پاڪستان پرست سوشلسٽ جڏهن چوندا آهن ته مارڪسزم، جاگرافيائي حدن جي قائل ڪانه آهي. ان ڪري مارڪسزم مظلوم قومن جي جاگرافيائي قومي آزاديءَ جي حامي ڪانه آهي ۽ ان ڪري سنڌ جي جاگرافيائي قومي آزادي به مارڪسزم جي خلاف آهي. تڏهن مارڪسزم ڏانهن سندن اهو ميڪانڪيت پسند رويو

هوندو آهي. جڏهن تہ اسان ان سوال کي هيئن لکندا آهيون تہ، ”جيئن تہ مارڪسزم جاگرافيائي حدن جي پابند ڪانہ آهي،“ ان ڪري اسان انقلاب لاءِ پاڪساني سرحدن جا پابند ڪانہ آهيون ۽ ان ڪري سنڌ جي جاگرافيائي قومي آزاديءَ کي موجوده تاريخي حالتن هيٺ تاريخي ضرورت ڄاڻون ٿا، ۽ اهو مارڪسزم ڏانهن اسان جو تخليقي يعني ماديت پسند رويو آهي. پاڪستان پرست سوشلسٽ جڏهن چوندا آهن تہ جاگرافيائي قومي آزادي جيئن تہ قومي شاونزم کي ظاهر ڪري ٿي، ان ڪري مارڪسٽن کي پنهنجي پروگرام ۾ نہ رکڻ گهرجي. تڏهن اسان جو چوڻ هوندو آهي تہ جاگرافيائي قومي آزادي ٿي وطن دوست قوم پرستيءَ کي ظاهر ڪري ٿي، ڇاڪاڻ تہ جنهن قومي آزاديءَ ۾ جاگرافيائي سرحدن جو تعين ٿيل نہ هوندو آهي، اها توسيع پسند قوم پرستي هوندي آهي؛ ان ڪري تاريخي ضرورت هيٺ اسان کي اهو قوم پرست ڪردار ادا ڪرڻو آهي. ڇاڪاڻ تہ اسان جي عوام جي قوم پرستي اسان جي انقلاب جو حصو آهي، جنهن تاريخي ضرورت تحت وطن دوستيءَ جي شڪل اختيار ڪري ورتي آهي، ان ڪري اهڙي قوم پرستي انقلاب دوست ۽ پورهيت فڪر جي حامي آهي.

مارڪسي نقطہ نظر کان قوم پرستيءَ بابت اسان جو اهو تخليقي يعني ماديت پسند رويو آهي، يا جڏهن چيو وڃي ٿو، تہ جيئن تہ چيني قوم پرستيءَ کي مارڪسزم ۾ جاءِ ڏيڻ سان انقلاب کي نقصان رسيو آهي. تيئن اسان جي انقلاب کي بہ نقصان رسي سگهي ٿو. تڏهن اسان جو چوڻ آهي تہ چين، جيئن تہ گهڻ قومي ملڪ آهي، ان ڪري چيني قوم پرستي پنهنجي ”جوهر“ ۾ انقلاب مخالف هئي، يعني ميڪانڪي جدليات هئي، ڇاڪاڻ تہ چيني قوم پرستيءَ کي چين ۾ رهندڙ ٻين قومن جي مٿان زوريءَ مڙهيو ويو ٿي.

ان ڪري اهو بلڪل ائين هو جيئن مها روسي قوم پرستي يا پاڪستاني قوم پرستي وغيره. يا جيئن اسان وٽ رسول بخش پليجي صاحب جي خالص سنڌي قوم پرستي آهي، جنهن کي هو سنڌ ۾ رهندڙ باقي ٻين ماڻهن جي خلاف استعمال ڪري ٿو، ان ڪري اهڙي قوم پرستي پنهنجي ”جوهر“ ۾ غير انقلابي جارح قوم پرستي هوندي آهي. جنهن مان جمهوري عنصرن جي پڄاڻي اچي ويندي آهي ۽ اها قومي شڪل اختيار ڪندي آهي. ڇاڪاڻ تہ

اهڙيءَ طرح سنڌي عوام جي پنجاب دشمن انقلابي شعور کي مهاجر دشمن غير انقلابي قوم پرست شعور جي شڪل ۾ تبديل ڪيو ويو ٿو، جيڪو هڪ غير تاريخي عمل آهي.“

پر هن مان اهو مطلب نه ڪڍڻ گهرجي ته ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي بنيادي طور قوم پرست هو، هرگز نه. هو بنيادي طور ڪميونسٽ ئي هو. ان ڪري هن رڳو اهو ڪردار ادا ڪيو آهي، جيڪو تاريخي ضرورت تحت کيس ادا ڪرڻ گهربو هو، يعني هن جڏهن به تاريخي ضرورت تحت قوم پرست ڪردار ادا ڪيو آهي، تڏهن اهو هن جو قوم پرست ڪردار مظلوم طبقي جي قوم پرست جدوجهد هيٺ وطن دوستيءَ جي شڪل ۾ تبديل ٿي ويو آهي. چوڻ جو مطلب آهي ته بورزوا طبقو، قوم پرستيءَ کي بورزوا مفادن لاءِ نظرياتي هٿيار طور ڪتب آڻيندو آهي، پر هڪ ڪميونسٽ ان کي پورهيت مفادن لاءِ پاليسيءَ طور ڪتب آڻيندو آهي، هن ڳالهه کي وڌيڪ هيئن سمجهي سگهجي ٿو ته قومي آزاديءَ جي جدوجهد هيٺ، جڏهن بورزوازي ۽ ڪميونسٽ بندوق کڻندو آهي، تڏهن ٻنهي جي بندوقن جو منهن ساڳي دشمن يعني غلام ڪندڙ سامراجيءَ قوت جي خلاف هوندو آهي، پر بورزوازيءَ جي بندوق بورزوا مفادن لاءِ استعمال ٿيندي آهي ۽ ڪميونسٽ جي بندوق پورهيت مفادن لاءِ استعمال ٿيندي آهي.

جيتوڻيڪ ظاهر طور ٻنهي جو ڪردار ساڳيو يعني قوم پرست ڪردار هوندو آهي، پر ”جوهر“ ۾ اهو ڪردار الڳ الڳ هوندو آهي ۽ رڳو مظهر ۾ ساڳيو هوندو آهي، ڇاڪاڻ ته بورزوازيءَ جو خالص قوم پست ڪردار هوندو آهي، پر ڪميونسٽ جو تاريخي ضرورت جو پورائو ڪندڙ ڪردار هوندو آهي، ان ڪري اهو هڪ ڪميونسٽ ڪردار هوندو آهي. جيڪڏهن ڪوبه ڪميونسٽ تاريخي ضرورت جو پورائو ڪندڙ يعني ڪميونسٽ ڪردار ادا نٿو ڪري ته اهو حقيقي ڪميونسٽ به ڪونه آهي. جيئن لينن چيو آهي ته، ”جيڪو سوشلسٽ مظلوم ۽ محڪوم قومن جي الڳ ٿيڻ جي جمهوري حق کي وات سان ته تسليم ڪري ٿو، پر ان لاءِ جنگ نٿو ڪري ته اهو زار شاهيءَ جو دلال ۽ سامراجي آهي.“

اهو انهي ڪري جو تاريخي ضرورت جو مرڪز، تاريخي قوتن جو

مرڪز آهي ۽ تاريخي قوتن جو مخالف تاريخ دشمن قوتن يعني ڦورو طبقي ۽ سامراجي قومن جي پرماري ڪردار جو حامي آهي، ان ڪري اهو انهن قوتن جو دلال بہ آهي تہ خود سامراجي بہ آهي.

اسان ”پورهيت سماجي پيغام جا پرچارڪ“ ۽ عالمي پورهيت نظام جا گهرجائو، هر قسم جي ظلم، جبر، ڌاڙ ۽ ڦرمار جي خلاف سائنسي سوشلزم جي حاصلات لاءِ، انقلابي جدوجهد ڪندڙ آهيون، ان ڪري اسان سيئي انقلابي، ترقي پسند ۽ قوم پرست قوتون، اڄ هن موقعي تي ڪامريڊ حيدر بخش جي ”سنڌ دوست پورهيت تحريڪ“ کي اڳتي وڌائڻ لاءِ وچن ٿا ڪريون تہ جمهوري جدوجهد ۾ جن بہ سپوتن پنهنجي خوبصورت خون جو نذرانو ڏنو آهي، اهو سنڌ جي قومي آزادي ۽ عالمي پورهيت تحريڪ کي ڏنل سنڌي عوام جو نذرانو آهي، جنهن مان هڪ ڏينهن نيٺ امن ۽ آزاديءَ جا گلاب ڦٽي نڪرڻا آهن ۽ هن ڌاڙ– وهيٽي سماجي نظام ۽ عالمي سامراجي نظام جو انت اچڻو آهي. اسان کي يقين آهي تہ شهيد نذير عباسي جو خون، شهيد بختاور جو خون ۽ تازي جمهوري جدوجهد ۾ هڪ هزار سنڌي شهيدن جو خون ايشيا کي سرخ ڪرڻ وارن شهيدن جو خون آهي.

عالمي سامراج پنهنجن پڇ لٽڪائو چاڙتن کي عالمي پورهيت راڄ ۽ محڪوم قومن جي قومي آزاديءَ جي خلاف ڪيترائي هٿيار پنهوار ڏيندو رهي، پر اسان کي يقين آهي تہ اسان جو بهادر عوام سندس سمورن چاڙتن کي سندس سمورن مفادن سميت ڪيوبا، ويٽ نام، انگولا، فلسطين ۽ سڄيءَ دنيا جي بهادر پورهيت عوام جي جدوجهد وانگر تڏا ويڙهائي دم پٽيندو. چاڪاڻ تہ هتي جي جاگيردارن ۽ سرمائيدارن ۾ ايترو دم ئي ڪونہ آهي جو اُهي پورهيت عوام جي انقلابي وهڪري کان پاڻ بچائي سگهن. اهو ئي ڪارڻ آهي، جو هتي جو ڦورو جلقو رڳو فوجي ڇٽيءَ جي ڇانوَ هيٺ ئي پنهنجن توڙي سامراجي مفادن جو تحفظ ڪري سگهي ٿو ۽ ان ڪري هڪ جي پٺيان ٻئي مارشل لا جي تسلسل کي جاري رکرايو اچي ٿو تہ جيئن ان جي ذريعي ڏيهي توڙي پرڏيهي پرماريت جا پير پختا ڪري سگهي.

اسان کي اها ڄاڻ آهي تہ تازيءَ جمهوري جدوجهد ۽ عوام جي انقلابي شعور جي اُٿڪ ۽ اُڀار ڦورو ٽولن ۾ ڦڙڦوٽ وجهي ڇڏي آهي. ان ڪري

سموريون ڦورو قوتون نہ رڳو پاڻ ۾ ڳنڍجي ويون آهن، پر عالمي سامراج جي ڪڇ ۾ بہ وڃي ڪِريون آهن، ڇاڪاڻ تہ ڪين پوريءَ ريت خبر آهي تہ سندن حقيقي دشمن عوام آهي. عوام جي انقلابي شعور کان گهٻرائي هڪ پاسي ملڪي رجعت پرست استحصالي قوتون، هڪ ٻئي جي ويجهو بہ اچي ويون آهن تہ ٻئي پاسي عالمي سامراج جي پاڪر ۾ بہ وڃي ڪِريون آهن. ان ڪري اسان انهن مڙني رجعت پرست استحصالي قوتن کي ڇتاءُ ڏيڻ کان سواءِ رهي نٿا سگهون، تہ سندن هيءَ غداري، عوام جي اڳيان اگهاڙي ٿي چڪي آهي، ۽ سنڌ جي عوام سندن عوام دشمن ۽ سنڌ دشمن ڪردار کي تاڙي ورتو آهي.

اسان سنڌ جا هاري، سنڌي عوام ۽ سنڌ دوست قوتن توڙي دنيا جي عوام جي ٻڌي ۽ ايڪي کي ضروري سمجهندي، سنڌ جي هاري جدوجهد کي دنيا جي پورهيت عوام جي جدوجهد کان ڪنهن بہ صورت ۾ الڳ ڪونہ ٿا سمجهون. بلڪ سنڌ جي پورهيت عوام جي جدوجهد، سڄيءَ دنيا جي مظلوم عوام ۽ مظلوم قومن جي جدوجهد ٿا سمجهون. اهو ئي سبب آهي، جو اسان هتي جي مخصوص سماجي حالتن هيٺ، هتي جي مظلوم عوام ۽ مظلوم قومن جي ٻڌيءَ ۽ اتحاد لاءِ، پنهنجي وس ۽ وت آهر پاڻ پتوڙي رهيا آهيون. اسان مظلوم عوام ۽ مظلوم قومن جي انقلابي شعور کان ڀليءَ پت واقف آهيون، ان ڪري ترقي پسند، جمهوريت پسند ۽ قوم پرست قوتن کي موجوده انقلابي حالتن ۾ جيترو جلد ٿي سگهي، ايترو جلد هڪ ٻئي جي ويجهو اچڻ گهرجي ۽ مظلوم طبقن جي اڳواڻيءَ هيٺ انقلابي قوتن جي رهنمائي ڪرڻ گهرجي، تہ جيئن اچوڪي انقلابي جدوجهد مظلوم عوام جي سماجي ڇوٽڪاري ۽ مظلوم قومن جي قومي جبر جي خاتمي جي هڪ ڀرپور شڪل اختيار ڪري سگهي ۽ اسان کي سامراجي پنجوڙ مان ڇوٽڪارو ڏياري سگهي.

**– ليکڪ: ابو جبران**

(ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جي چوڏهين ورسي 21 مئي 1984ع تي سڪرنڊ جي پرسان پڙهيل.)

---

**سن 1988ع ۾ مضمون نگار جي ڇپيل ڪتاب "انقلاب جي واٽ" تان کنيل**

# وجود جي بقاءَ لاءِ جنگ

سنڌ "برطانوي گهاڙ جو انتظامي يونٽ" نہ آهي. سنڌ تہ ان وقت بہ تهذيب يافتہ ملڪ هو، جڏهن برطانيا اڃا سماجي ترقيءَ جي وحشيانہ دؤر ۾ هو. موهن جو دڙو پنج هزار سال پراڻي سنڌ جي تهذيب جو زنده ثبوت آهي. "سنڌو" درياءَ پنهنجو نالو سنڌ کان ئي ورثو آهي. قديم يونانين ان جي "س" کي "الف" ۾ بدلائي "انڊس" چيو ۽ ان جي ماتريءَ کي "انڊس ماتري" سڏيو. ان ئي لفظ "انڊس" مان انڊيا، انڊو– چائنا، انڊونيشيا، انڊيز، ريڊ انڊين، انڊيانا (U.S.A) وغيره جهڙا لفظ ڦُٽي نڪتا.

ٻوليءَ جي ڄاڻو ماهرن جو خيال آهي تہ "بناوٽ ۽ ترڪيب جي لحاظ کان سنڌي ٻولي ويدي– سنسڪرت ۽ پراڪرت کان وڌيڪ قديم ۽ سگهاري ٻولي آهي."

سنڌ ۾ ڪيترين ئي تهذيبن، جهڙوڪ: بابلي، مصري، يوناني، فارسي، عربي، هندو وغيره ملي جلي رهيون آهن. ان ڏس ۾ ٻيو ڪوبہ خطو سنڌ سان ٻيٽي نٿو سگهجي. تنهنڪري ان ۾ ڏنڊين آگرين اچڻ جي ڳالهہ نہ آهي، تہ سنڌ کي پنهنجي پاڙيسرين جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ اعليٰ سيٺا آهي. (سنڌ پنهنجي ان حيثيت کي انوکي نموني ماڻي ٿي.)

پنجابي تهذيب– فارسي جي اچڻ کان بعد جي پيداوار آهي. آن جو فارسي نالو "پنجاب" پڻ اهو ظاهر ڪري ٿو، جنهن جو مطلب آهي "پنج=پنج"، ۽ آب: پاڻي يا درياءَ (جهلم، چناب، راوي، بياس ۽ ستلج). اصلي پنجاب جي ورهاڱي کان پوءِ تہ اهو پنجاب بہ نہ رهيو آهي، پر حقيقت ۾ ان کي "چار آب" (چار درياءَ) يا "سہ آب" (ٽي درياءَ) چوڻ گهرجي.

اڄ تائين پنجابيءَ کي ان جي پنهنجي ماڻهن طرفان ٻوليءَ جو درجو بہ نہ ڏنو ويو آهي، حالانڪ اها صدين کان تقريباً ٽي ڪروڙ پنجابين جي گهرو زبان طور ڳالهائي وڃي ٿي. ٻولي ۽ تهذيب جي تاريخ ۾ اهو هڪ چيڙائيندڙ باب

آهي، ته هڪ خطي جي ايتري وڏي آبادي پنهنجيءَ ٻوليءَ کي وڌائڻ ۾ ناڪام ٿي هجي، ۽ جنهن پنهنجي مادري زبان پنجابيءَ کي ڇڏي اردو کي سرڪاري ٻوليءَ لاءِ ترجيح ڏني هجي. اردو- جنهن جي عمر 250 سال مس آهي. اردو- جنهن جي ترڪيبي اصليت (اُرد: فوجي خيمہ گاه ظاهر ڪري ٿي) زوال پذير مغل دؤر ۾ ان جي شاهي فوج کان شروع ٿي. شايد برطانوي راڄ جو پنجابين جي هن مصنوعيت ۾ هٿ هو، ڇاڪاڻ ته پنجابين برطانوي راڄ جي مفادن جي رکوالي جنگ جي ميدان (مسلم ميسوپوٽيميا، ترڪي، مصر، هندوستان) ۽ آفيسن ۾ پوري وفاداريءَ سان ڪئي هئي. پنجابي شاونسٽن (Chauvinists) گهڻي عرصي تائين پاڻ کي هندستان ۾ برطانوي راڄ جو "ساڃو هٿ" چوڻ تي فخر محسوس ڪيو. (شايد پراڻيون وفاداريون اڃا جاري آهن).

ان پس منظر ۾ محمد علي يا اسڪندر مرزا جو اهو چوڻ ته، "سنڌ برطانيا جو گهڙيل هڪ انتظامي يونٽ هو،" نه صرف حقيقتن کي ٽوڙڻ مروڙڻ آهي، پر لاعلميءَ جو اهڃاڻ پڻ.

سنڌ جي حوالي سان جيڪڏهن برطانيا ڪجهہ ڪيو، ته اهو 1844ع ۾ سنڌ جو بمبئيءَ سان زوريءَ الحاق هو؛ جنهن سنڌ ۽ سنڌين جي مفاد کي ڳاٽي ڀڳو ڇيهو رسايو. سنڌي هن ظالمانہ الحاق خلاف "آزاد سنڌ تحريڪ" جي صورت ۾ اٿي کڙا ٿيا ۽ آخرڪار 1936ع ۾ سنڌ جي وجود کي محفوظ ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿيا. برطانيا، جيڪڏهن ڪا صحيح ڳالهہ نہ ڪئي ته اُها اِها هئي ته ڪڇ، ملتان ۽ بلوچستان جي علائقن کي سنڌ ۾ بحال نہ ڪيو ويو، ڇاڪاڻ ته لساني، تهذيبي، نسلي، تاريخي ۽ جاگرافيائي ڳانڍاپڻ سبب اهي علائقا سنڌ جا فطري حصا هئا.

ساڳي ڳالهہ ٻئي مکيہ يونٽ (نارٿ ويسٽ فرنٽيئر پراونس) لاءِ نٿي چئي سگهجي، ڇاڪاڻ ته برطانيا 1901ع ۾ پنهنجي سامراجي مفادن جي مناسبت ۾ پنجاب جي ضلعن منجهان ئي ان کي ناهيو هو.

سنڌ کي "صوبو چوڻ" - لفظ جو غلط استعمال آهي. سنڌ هڪ ملڪ

آهي ۽ سنڌي هڪ قوم. ساڳيءَ طرح پنجابي ۽ بنگالي پڻ قومون آهن. پاڪستان دراصل پارت ۽ روس وانگر هڪ قومي رياست نه پر گهڻ قومي رياست آهي. برطانوي سامراجيت جيڪا جديد سائنسي سوچ، فن ۽ صنعت سان آراسته هئي. پنهنجي شعبده بازيءَ سان دوردراز ملڪن ۽ قومن کي بظاهر هڪ ٿانوَ (انڊين امپائر) ۾ دبي ڇڏيو، ۽ سنڌ، بنگال، گجرات، مهاراشٽر ۽ پنجاب وغيره کوماڻجي "صوبا" ٿي ويا. قوم جي سياسي وصف جي سڀني معيارن– ساڳي ٻولي، ساڳيو علائقو، گڏيل ثقافت ۽ ڪردار (ذات ۽ مذهب جي ماتحت حيثيت جو هجڻ) مطابق سنڌي هڪ قوم آهي.

سنڌ پنهنجي شاندار بندر ڪراچي، سٺ لک آبادي ۽ تقريباً پنجاهه هزار مربع ميل علائقي سان هڪ خودمختيار رياست جي حيثيت ۾ رهي سگهي ٿي. جيڪڏهن مثال طور هيٺيون رياستون الڳ، آزاد ۽ خودمختيار رياستن جي حيثيت سان رهي ۽ اقوام متحده جون ميمبر ٿي سگهن ٿيون.

| رياست جو نالو | آدمشماري(لکن ۾) | پکيڙ(مربع ميل) |
|---|---|---|
| سنڌ | 60 | 50,000 |
| عراق | 47 | 1,16,000 |
| شام | 30 | 1,71,000 |
| سيلون | 36 | 25,000 |
| ڊينمارڪ | 40 | 16,000 |
| چلي | 40 | 2,86,000 |
| گوئٽيمالا | 37 | 45,000 |
| فلسطين | 19 | 10,000 |
| نيوزيلينڊ | 18 | 1,03,000 |
| پيراگوئي | 19 | 61,000 |
| هنگري | 93 | 35,000 |
| ڪوسٽريڪا | 08 | 23,000 |
| پناما | 06 | 28,000 |
| بيلجم | 83 | 12,000 |
| نيدرلئنڊز (هالينڊ) | 47 | 12,000 |
| البانيه | 10 | 10,000 |
| لگسمبرگ | 03 | 1,000 |

آخري رياست تہ آبادي ۽ پکيڙ جي لحاظ کان سنڌ جي لاڙڪاڻي ضلعي کان بہ گهٽ آهي. آباديءَ جي لحاظ کان سنڌ- عراق، شام، ڊينمارڪ، چلي وغيره کان وڌيڪ آهي ۽ رقبي جي لحاظ کان سيلون، فلسطين، هنگري ۽ بيلجم سنڌ کان گهٽ آهن.

تنهنڪري 22 نومبر 1954ع جي ”ون يونٽ“ اسڪيم واري نشريات ۾ وزيراعظم جو اهو چوڻ تہ، ”44 ملين جي آدمشماريءَ سان مشرقي پاڪستان کي هڪ صوبائي حڪومت هجي ۽ 34 ملين واري مغربي پاڪستان ۾ چار صوبائي حڪومتن جو هجڻ غير منطقي آهي،“ پڻ غير منطقي آهي.

وزيراعظم جي مثال مطابق تہ لنڊن پنهنجي هڪ ڪروڙ آباديءَ تي هڪ ميئر رکي ٿو، تنهن ڪري سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد صوبا جن جي آبادي تقريباً ساڳي آهي، پڻ هڪ ميئر جي انتظام هيٺ هجڻ گهرجن.

## سنڌي ۽ صوبائيت

سنڌين تي ”صوبائيت“ جي تهمت مڙهي وڃي ٿي، جيڪا حقيقت حال جي هوندي سراسر غلط آهي. جيڪڏهن سنڌين تي ڪو بهتان لڳائي سگهجي ٿو تہ اهو آهي بن شين جو: فراخدلي ۽ وسيع النظري.

سنڌ پنهنجي قيمتي موڙي ڪراچي کي پاڪستان جي گادي بنائڻ جي پاڻمرادي آڇ ڪئي. سنڌ ۾ ٿي هزارين غير سنڌي، پنجابي، پناڻ وغيره، سنڌين جهڙا ئي حق ماڻي رهيا آهن.

سنڌ هميشہ پنهنجي قومي مفادن تي اثر پوڻ جي باوجود مرڪز سان سهڪار ڪيو آهي. مهاجرن کي وري آباد ڪرائڻ جي سلسلي ۾، سنڌ جي ضرورتن جي وسيلن کي مدنظر رکجي تہ اهو معلوم ٿئي ٿو تہ سنڌ ان سلسلي ۾ ٻئي ڪنهن علائقي سان پيٽي نٿي سگهجي. کوکراپار سنڌ- پناهگيرن جو شاهي رستو آهي، جنهن وسيلي پاڪستان (سنڌ) اندر مهاجرن جا ڪٽڪ اچن پيا، پر پنجاب تہ مهاجرن لاءِ عملي طور بند آهي.

ان جي باوجود بہ افسوسناڪ ڳالهہ هيءَ آهي تہ پنجاب ئي سنڌين تي

"صوبائيت" جو الزام مڙهي ٿي.

(The boot is on the other leg)

پنجابين سنڌ اندر معمولي رقم جي عيوض هزارين ايڪڙ زمين ورتي، حالانڪ هي پنجابي 1905ع کان سنڌ اندر رهن پيا، پر هنن پاڻ کي هميشہ پاسيرو رکي پنهنجون الڳ آباديون، ادارا، اسڪول، پئنچائتون وغيره رکيا آهن. سنڌين سان ڀائيچاري واري واٽ 50 سال گذرڻ جي باوجود هنن ڪونہ سکي ۽ ورتي آهي. سنڌ ٽيننسي ايڪٽ 1950ع کي نظرانداز ڪندي، پنجابي زميندار سنڌ اندر سنڌي هارين کي بي دخل ڪري، پنجاب مان هاري گهرائيندا رهيا آهن.

پنجاب اندر ڪنهن بہ سنڌي يا غير پنجابيءَ کي اتان جي حڪومت هڪ ايڪڙ بہ نٿي ڏيئي سگهي. زراعت کاتي جي هڪ ذميدار سنڌي آفيسر مون کي ٻڌايو، تہ هنن حڪومت پنجاب کي سٺي باسمتي چانورن جي ٻج لاءِ چيو هو، پر نتيجي ۾ هنن (پنجاب حڪومت) هڪ بيڪار گاڏڙ جنس موڪلي ڏني. ڪاروباري مقصدن لاءِ جنس تيار ڪرڻ لاءِ سال لڳندا آهن ۽ ان سلسلي ۾ نج ٻج جو هجڻ ضروري آهي. پنجابي نٿا چاهين تہ سنڌ اندر ڪو ان ميدان ۾ هنن جو مقابلو ڪري. ساڳي صورتحال پنجابي فارمن جي آهي، جيڪي سنڌين کي ميون جا ٻج ڏيڻ پسند نٿا ڪن.

جتي بہ ٿي سگهي ٿو، پنجابي شاونسٽ پنهنجي فائدي لاءِ هر غير پنجابيءَ کي خارج ڪرڻ ضروري سمجهن ٿا. ريلوي، جنهن جو هيڊ ڪوارٽر لاهور ۾ آهي، هڪ سنڌي بہ ڪونہ ملندو. سروسز ۾ سنڌين جي نمائندگي (سنڌ اندر محدود سنڌي ڪولين کان علاوه) مشڪل سان هڪ سيڪڙو ٿيندي.

برطانيا جي ڏينهن ۾ ريلوي اسٽيشن جا نالا انگريزي، اردو ۽ سنڌيءَ ۾ هوندا هئا، پر پاڪستان ٺهڻ بعد لاهور اٿارٽيز سنڌي لکٽيءَ کي مٽائي ڇڏيو آهي. مزي جي ڳالهہ هيءَ آهي تہ سنڌي نالن جا اُچار انگريزي نالن تان اُتاري، پنجابي ڪاتبن انهن نالن کي ٽي ٽوڙي مروڙي ڇڏيو آهي. ان ڪاريگريءَ جو هلڪو نمونو هيٺينءَ فهرست مان ڏسي سگهجي ٿو:

| اسٽيشن جو اصلي نالو | انگريزي اُتارو | اردو اُتارو |
|---|---|---|
| پليجاڻي | Palijani | پالي جاني |
| منڊو ديرو | Mandodero | مانڊو ڈيرو |
| ڏهرڪي | Daharki | ڈاهرکي |
| ڪنڊيارو | Kandiaro | کنڈيرو |
| ڪلهوڙا | Kalhora | کالهوره |
| سن | Sann | سان |
| سيهڙ | Sihar | سهار |

ڇا هي ثقافت جي اهم ترين جزي ٻوليءَ تي حملو نہ آهي؟

”قوم زنده تي رهي، پر جي زبان زنده رهي.“

۽ اهو بہ پنجاب جي ڌرتيءَ تي ٿي ٿي سگهي ٿو تہ احمدين کي ملحد سڏي، معصوم ٻارن، عورتن ۽ ٻيوسن جو وحشيانہ قتل ”الله جي نالي ۾“ ڪيو وڃي.

پنجاب جي ئي سرزمين تي مسلمانن لکين سکن ۽ هندن جو ڪوس ڪيو ۽ هندن لکين مسلمانن کي تاراج ڪيو. مذهب جي نالي ۾ اهڙن ڪڌن ڪرتوتن انسانيت جو خون ڪري، مشرق جو ڪنڌ شرم کان جهڪائي ڇڏيو.

جيستائين حب الوطنيءَ جو تعلق آهي تہ اهي پنجابي ٻاڙيتا سپاهي ئي هئا، جن برطانوي سامراج پاران مسلمان عربن، ترڪن ۽ ايرانين جو خون وهايو. ساڳين پنجابي سپاهين، جليانوالا ۽ ميرٺ ۾ پنهنجي ئي هم وطن جا سينا پروڻ ڪيا. سندن سڄي نسل کي ان بي غيرتيءَ لاءِ پنهنجا ڳاٽ شرم ۾ جهڪائڻ گهرجن. وطن دوستن جي قطار ۾ انهن جو نمبر تہ آخري هجڻ گهرجي. پنهنجي ان ڪاري باب کي ميسارڻ لاءِ پنجابين کي گهرجي تہ هو سنڌين ۽ بنگالين ڏانهن مائيٽائي ۽ نيازمنديءَ وارو رويو اختيار ڪن.

هيءَ تلخ سچ– منهنجي پنجابي ڀائرن کي ٿي سگهي ٿو تہ ايذاءَ رسائيندو هجي، پر هنن کي گهرجي تہ سنڌين تي ”صوبائيت“ جا پٿر اُڇلائڻ بدران انهن ڏکوئيندڙ حقيقتن مٿان سوچين.

گڏيل هندستان ۾ مسلمانن جي علحدگي واري جدوجهد دوران هندو

شاونسٽن، مسلمانن خلاف ”فرقيواريت“ جو لفظ گهڙيو هو. مسلمانن جي گهڻ ڪيتري به مناسب ۽ تاريخي هئي، هندن ان کي ”فرقيواريت“ چئي قوم– دشمن ۽ غير محب وطن سان هم معنيٰ بنايو. اسان جي پنجابي ليڊرن به ساڳي پراڻي مهارت ڏيکاري، ”صوبائيت“ جو لفظ ايجاد ڪيو آهي. جڏهن سنڌي، بنگالي يا پٺاڻ پنهنجي جائز حقن جو تحفظ گهرن ٿا، ته پنجابي پنهنجي ”صوبائيت“ کي هندن واري ”قوم پرستي“ جهڙن وڏن لفظن ۾ لڪائي، انهن (سنڌي، بنگالي، پٺاڻ) تي ”صوبائيت“ جي تهمت لڳائين ٿا.

اهي ساڳيا عنصر ۽ اخبارون، جن ڪاميابيءَ سان ڪراچيءَ کي ان جي مهمان نوازيءَ جي سلي ۾ ”وسيع تر قومي مفاد خاطر“ هڪ وڌيڪ يونٽ (ڪراچي ايريا) چئي سنڌ کان ڌار ڪيو هو ۽ ان جي رقبي ۽ اثر ۾ ڪمي آندي هئي، سي هاڻي ان جي ابتڙ ويندي زور پرين ٿا ته وسيع تر قومي مفاد ۾ ”مغربي پاڪستان لاءِ ”ون يونٽ“ هجي.“ حقيقت دراصل هيئن آهي ته هر بنهي صورتن ۾، جيڪو وسيع تر قومي مفاد لڪل آهي، سو پنجاب جو مفاد آهي. سنڌ کي ئي ڇيهي رسائڻ لاءِ ايئن ڪيو پيو وڃي.

ساڳيو پنجاب، جيڪو مغربي پاڪستان ۾ پنهنجي مفادن لاءِ ””ون يونٽ““ چاهي ٿو، سو اوير بنگال کان وري برابري ۽ ٻيا حق گهري ٿو. حالانڪ بنگال جي آباديءَ جي انگن اکرن کي نظر ۾ رکندي، پنجاب کي ايئن چوڻ جو ڪو حق نه آهي.

پنجابي صوبي پرستن کي سنڌ اندر اڳ جيڪو ڪجهه حاصل آهي– زمينون، نوڪريون، ڪاروبار– ان کان هو مطمئن نه آهن. هاڻي هنن جي ٻڪ سنڌ جي وسيلن تي مڪمل ضابطي لاءِ ئي آهي، ۽ جيڪڏهن سنڌي مزاحمت ڪن ٿا (جيڪا فطري آهي ۽ درست پڻ) ته انهن مٿان ”صوبي پرستي“ جو الزام مڙهيو وڃي ٿو.

## حڪومت پاڪستان ۽ هاري

مسٽر علي محمد راشدي اهو راڳ آلاپيندو رهيو آهي ته ”ون يونٽ“ ۾ زمينداري راڄ جو خاتمو ايندو ۽ زمينداري راڄ کي ختم ڪرڻ لاءِ وري مرڪز، سڄو ڏيهه ڇڏي، سنڌ ۾ محمد ايوب کهڙي کي چونڊيو آهي. ايوب

ڪھڙو، جيڪو سزا يافتہ ۽ ڇھن سالن لاءِ نااهل قرار ڏنل، هڪ نرڄو هاري دشمن زميندار آهي، جنھن کي معمولي هارپ جي حقن تي بہ خار آهي.

ڇا وڏي يونٽ ۾ سنڌي ۽ پنجابي زميندار، هارين جا جگري دوست ٿي ويندا؟ ناممڪن.

مرڪز وڏي يونٽ جي نمائندگي ڪري ٿو. مرڪز هارين لاءِ ڇا ڪيو آهي؟ ڪجھہ بہ نہ!

سنڌ جو هاري ڇگن ڏنھن ڏسڻ جي اُميد ۾ پاڪستان لاءِ وڙهيو ۽ مسلم ليگ کي ڪامياب ڪرايائين، انھيءَ آسري ۾ تہ هو ان زمين جو مالڪ ٿيندو، جنھن کي هو کيڙي رهيو آهي. هن کي ڇا مليو؟ هن جي حالت ورهاڱي کان اڳ ويتر بدتر آهي.

پاڪستان کان اڳ 30 سيڪڙو کان وڌيڪ ٻني هندن جي ملڪيت هئي، جنھن کي مسلمان هاري کيڙيندا هئا. هندن جي لڏپلاڻ هارين ۾ ڪو ڦيرو نہ آندو. پُر جڏهن مهاجر سنڌ ۾ آيا تہ انھن اصلي هارين کي ڇڏيل زمين جو 50 سيڪڙو مهاجرن جي حوالي ڪرڻ تي مجبور ڪيو.

الاٽمينٽ جو سڄو اختيار سنڌ گورنمنٽ کان کسي آبادڪاريءَ جي ڪمشنر جي حوالي ڪيو ويو. جيڪو پگھار حڪومت سنڌ کان کڻندو هو ۽ ماتحت بہ ان جو هو، پر جوابدار مرڪز ڏانھن هو، نڪي حڪومت سنڌ ڏانھن. انھن سڀني سالن ۾ ڪو نہ ڪو پنجابي ئي ڪامورو انھيءَ عھدي تي فائز رهيو. سنڌي ڪامورن کي سوچي سمجھي انھيءَ عھدي لاءِ نہ چونڊيو ويو، ڇو تہ ڀروسو نہ هو. نتيجتاً انفرادي سطح تي سنڌي هارين جي جائز حقن کي ايڏو تہ ڇيھو رسيو، جو سوچيندي لڱ ڪانڊارجيو وڃن.

1950ع ۾ سنڌ سرڪار– هڪ "سنڌ ٽيننسي ايڪٽ" پاس ڪيو، جنھن تحت محدود هارين کي محدود حق ڏنا ويا. جڏهن تہ هارين جا بنيادي مطالبا رد ڪيا ويا.

اويڪيو (Evacuee) زمين جي هارين جي سلسلي ۾ اُهي محدود حق بہ مرڪزي حڪومت جي احڪامن تحت واپس ورتا ويا. سنڌ جو روينيو ڪمشنر، پنھنجي سرڪيولر نمبر 6/51؛1048-0 تاريخ 5 مئي 1951ع تي

مرڪز جي انهيءَ نقطي کي ڪٿندي فرمائي ٿو ته، ”پاڪستان جي 1948ع واري آبادڪاري آرڊيننس جو چوٿون نمبر فقرو 1950ع واري سنڌ ٽيننسي ايڪٽ سميت سيني قانونن کان بالاتر آهي، تنهن ڪري سنڌ جا هاري اويڪيو زمين جا حقدار ٿي نٿا سگهن. تنهن ڪري ڪوبه مهاجر سنڌ ٽيننسي ايڪٽ کي نظرانداز ڪندي ڪنهن به قانوني حقدار هاري کي بي دخل ڪري ڪنهن ٻئي کي ان جي جاءِ تي رکي ته جائز آهي.“ ڪنهن به قانوني ايڪٽ جي مقصدن کي آفيسرشاهيءَ جي حڪم ذريعي شڪست ڏيڻ جو اهو انوکو مثال آهي.

انهن تعصبي ذهن تي اها ڳالهه واضح هجي ته آرڊيننس صرف لڏي ويل هندن جي مفادن کي متاثر ڪري سگهي ٿو نه ڪي ٽين ڌر- معنيٰ هارين کي.

انهيءَ ڪري سنڌ جي وڏيرن ٽيننسي ايڪٽ تحت جيڪو فائدو هارين کي ڏنو، سو به مرڪزي سرڪار جي وڏيرن ڌرتي ڪيڙيندڙ هارين کان کسي ورتو.

انهيءَ جي ابتڙ ايم. جي قادر، عرفان الله، غفران الله وغيره وغيره جهڙن وڏن ماڻهن کي لکها، ڪروڙها روپين جي زمين انديا ۾ ڇڏي آيل مُٺ ڀڳڙن ملڪيت جي پيٽ ۾ بي حساب ڪسٽوڊين ڊپارٽمينٽ طرفان الاٽ ڪئي وئي.

هارين ۽ سندن ورڪرن- وزيراعظم ۽ گورنر جنرل کي سندن دؤرن دوران ڪيترئيون ئي درخواستون ڪيون، ڪيترا ڀيرا مظاهرا ۽ جلسا ڪيا، پر اهي وڏيرن سان گڏ مانين ۽ شڪارن ۾ مشغول رهيا. هارين جي سلسلي ۾ بي عزتي واري بي پرواهيءَ جو مظاهرو ڪيو اٿن. تنهن ڪري پاڪستان، هارين جي حالت بدتر ڪئي آهي نه ڪي بهتر. هاري انهيءَ حالتن ۾ ”ون يونٽ“ مان ڪهڙي اُميد رکي سگهن ٿا. جڏهن ته خود مرڪزي حڪومت ئي ساڻن ڪريل برتاءُ ڪري ٿي. عوام جي گهٽائي، جنهن ۾ هارين جي زبردست گهٽائي آهي، ان جي زندگي سڌارڻ بابت حڪومت جون دعوائون کوکليون لڳن ٿيون.

## خوش قسمت افغانستان

پاڙيسري ملڪ افغانستان هڪ خودمختيار رياست آهي ۽ اقوام متحده جو رڪن آهي. انهيءَ جي آدمشماري ۽ وسيلا تقريباً پنجاب جي اڌ برابر آهن.

خوش قسمتيءَ سان افغانن کي انگريزن فتح ڪرڻ کان هٿ ڪڍي، ڪيس انگريزن هندوستان جي سلطنت ۽ روس جي وچ ۾ هڪ آزاد بفر رياست طور رکڻ بهتر ڄاتو. جيڪڏهن انگريز افغانستان کي فتح ڪري وٺن ها ته انگريزان کي هندوستان ۾ هڪ صوبي طور شامل ڪن ها. انهيءَ صورت ۾ اڄ اهو پاڪستان ۾ هجي ها. اسان جا پنجابي سياستدان افغانستان کي به هڪ الله، هڪ اسلام ۽ هڪ قرآن جي نالي ۾ اولهه پاڪستان واري "ون يونٽ" واري اسڪيم ۾ شامل ڪن ها. پناڻو! خدا جو شڪر ڪريو، جو اها صورتحال اوهان لاءِ پيدا نه ٿي.

وڏي ڳالهه ته انگريزن جي اشارن تي چوڌري خليق الزمان انگريز نواز پاڪستان جي هڪ هٿيءَ ۾ سڀني مسلم رياستن، افغانستان، ايران، عراق، شام، سعودي عرب ۽ مصر وغيره کي آڻڻ لاءِ جيڪو اسلام جو نعرو بلند ڪيو، ڇا مسلم رياستن اهو منصوبو قبول ڪيو؟ نه بالڪل نه، انهيءَ کي نفرت سان رد ڪيو ويو.

وزيراعظم جو اهو حوالو ته، "اسڪاٽلينڊ انگريز سلطنت ۾ مضبوطيءَ سان ڳنڍيل آهي." - بنهه غير معقول آهي. اسڪاٽلينڊ کي رضا خوشيءَ سان نه- پر زور زبردستيءَ سان ڳنڍيو ويو آهي. اسڪاٽلينڊ به آئرلينڊ وانگيان سڄو وقت حاڪم انگريز طرفان مصيبت جو شڪار رهيو آهي. اسڪاٽلينڊ ۾ انگلينڊ جي طوق مان آزاديءَ لاءِ جدوجهد وڌي رهي آهي ۽ آئرلينڊ وانگيان ڪاميابي انهن جو نصيب آهي.

وڏين سلطنتن جو زمانو ويو، هاڻوڪو زمانو عام ماڻهو ۽ سڀني قومن، ننڍين قومن جي خوداختياريءَ جو زمانو آهي. عظيم سوويت روس ۾ موجود رياستن کي پنهنجا سفارتي تعلقات رکڻ، پنهنجي فوج رکڻ سميت تمام گهڻا اختيار ڏنا ويا آهن. سوويت يونين هڪ رياست نه آهي، پر سوويت سوشلسٽ رياستن جو اتحاد آهي. انهن رياستن کي آزاد ٿيڻ جو حق به حاصل آهي. انهيءَ حق سوويت يونين کي ٽوڙيو نه، پر وڌيڪ مضبوط ڪيو آهي. اسان جي پاڪستاني اڳواڻن کي ويجهڙائيءَ واري تاريخ جا اهڙا مثالي سبق وسارڻ نه گهرجن.

خود وڏي انگريز سلطنت به آهستي آهستي ڏاڪي به ڏاڪي خود

مختيار ملڪن ۾ ورهائجي پئي، جيڪي ڪنهن زماني ۾ سندس غلام هئا.
خودمختيار ملڪن جو پنهنجي رضا خوشيءَ سان ڳانڍاپو، مضبوط ترقي پذير، سياسي ادارن ۽ رياستن جي بهتر شڪل آهي. جيتوڻيڪ اهو ضروري نه آهي ته انڊيا اسان لاءِ مثال بڻجي، پر هندستان ۽ پاڪستان ۾ تمام گهڻيون هڪجهڙايون آهن. انڊيا هڪ تمام وڏو ملڪ آهي، انهيءَ ڪري پاڪستان کان وڌيڪ زبان ۽ ثقافت جا مسئلا درپيش آهن. انهيءَ جي باوجود به انڊيا ۾ يڪجهتي يا هندو ڌرم جي نالي ۾ صوبن ۽ رياستن کي ڳنڍڻ جي ڪا به چرپر نه آهي. ان جي اُبتڙ ماڻهن جي خواهشن جو احترام ڪندي آنڌرا پرديش * رياست جوڙي وئي آهي ۽ اهڙيون ٻيون رياستون جڙيون آهن.

قانوني طور ڳالهائيندي اسان جي موجوده آئين تحت (انڊيا گورنمنٽ ايڪٽ 1935ع جيڪو پاڪستان ۾ به لاڳو آهي) پاڪستان گورنري صوبن جي فيڊريشن آهي، ۽ ڪو به صوبو ختم نٿو ڪري سگهجي. (البت ڪو به صوبو ڪنهن آرڊيننس يا ڪي ٻيءَ طرح جوڙي سگهجي ٿو.)

## ڳري خرچ جو دليل

وزيراعظم جو اهو دليل ته "ون يونٽ" جي ڪري وڏا اقتصادي فائدا ٿيندا، بنهه بي معنيٰ آهي. مرڪزي سرڪار خرچ گهٽائڻ لاءِ ڪيترائي بهتر اپاءُ وٺي سگهي ٿي. جڏهن سنڌ جي ليجسليٽو اسيمبليءَ جي 60 کان وڌيڪ ميمبرن 111 جي هائوس مان عبدالستار پيرزادي جي برطرفي جو مطالبو ڪيو، ته مرڪز چو پيرزادي جي مدد ڪئي ۽ وزيرن جو تعداد 6 مان وڌائي 12 ڪيو ويو. تڏهن اقتصادي بچت جي موجوده سوچ ڪيڏانهن ويئي؟ اهو محسوس ڪيو پيو وڃي ته "ون يونٽ" واري بچت جو دليل صرف ٻاهريون ڏيک آهي. هزارين سرڪاري ادارا بيروزگاريءَ جي هنج ۾ اڇلايا ويندا، جيڪي اسان جي پڙهيل لکيل طبقي لاءِ اقتصادي مسئلا پيدا ڪندا.

* نوٽ: حيدرآباد دکن جي نظام زور زبردستيءَ سان پرپاسي وارين رياستن تي قبضو ڪري هڪ وڏي حيدرآباد دکن رياست قائم ڪئي. آزاديءَ کان پوءِ هندوستان جي سرڪار اُتي جي عوام جي مطالبن کي قبول ڪندي حيدرآباد دکن جي رياست کي ٽوڙي، ثقافت ۽ قومن جي مڃيل اصولن جي بنياد تي آنڌرا پرديش ۽ ڪرناٽڪ رياستن ۾ ورهايو. (مترجم)

## جمهوريت يا آمريت

اهو جمهوري عمل يا طريقو ئي هو جنهن تحت غلام محمد جهڙو ماڻهو جيڪو نه ته نواب يا راجا يا امام هو، پر معمولي بينڪ ميمبر مان وڏي موجوده عهدي تي پهتو؛ جنهن تي هو بجا طور فخر ڪري سگهي ٿو. جيڪڏهن ملڪ کي صحيح جمهوري طريقن تي هلائڻو آهي ته ان کي اڳتي وڌائڻو پوندو، نه ڪي پوئتي.

اسان کي ياد رکڻ گهرجي ته هٽلر ۽ مسوليني جهڙا اسان کي موقعا ۽ قوت نه آهي، جو اهڙا خطرناڪ تجربا ڪري سگهون، جن کي هو به ڪامياب ڪري نه سگهيا. فوجي آمريت ذريعي انهن پنهنجن ملڪن کي اهڙي ته اوڙاهه ۾ اڇلايو، جنهن مان هو اڃان تائين جند ڇڏائي نه سگهيا آهن. پاڪستان ۾ فوجي عنصرن کي همٿائي، مسٽر غلام محمد دنيا جي سڀ کان وڏي اسلامي رياست کي ايراني ۽ مصري رستي ڏانهن ڌڪي رهيو آهي ۽ فرنڪ تائين جو اهو خونخوار درندو پيدا پيو ڪري، جيڪو ڪيس ۽ سندس ساٿين کي اوڙاهه ۾ اُڇلي تباهه ڪري ڇڏيندو.

اِها ڪيڏي نه بدقسمتي آهي جو اسان جا حڪمران ملڪ کي اهڙي رستي تي وٺي آيا آهن، جتي عوام، ماڻهو، خيال، جمهوريت، ترقي، پورهيو، سبب، دليل جهڙا قيمتي مقدس لفظ ممنوع قرار ڏنا پيا وڃن. برطانوي سامراج جي تربيت يافته ٺورڙن سرڪاري ڪامورن جي لٺي جي بک وڏي وجي حد ڪئي آهي ۽ سياسي سوچ تي هڪ هٽي قائم ڪئي آهي. ساڳيا ماڻهو وڏي وات اُهي اعلان به ڪن ٿا ته اهي صرف سپاهي آهن.

مسٽر اسڪندر مرزا هڪ سپاهيءَ جي حيثيت ۾ عوام ۽ عوامي آواز خلاف پنهنجي مڪمل نفرت جو اظهار ڪيو آهي. انهيءَ ڪري هن نه صرف عوام جي بيعزتي ڪئي آهي. پر پاڪستان جي بين الاقوامي ساک کي به وڏو ڌڪ هنيو آهي، ته پاڪستان جا ماڻهو عمومي طرح سوچڻ ۽ آواز اٿارڻ جي قابل ئي نه آهن. سوال اِهو آهي ته ڇا مسٽر مرزا انهيءَ ڳالهه تي پشيمان آهي يا بضد آهي. پڪ ئي پڪ هو پنهنجي ضد تي قائم آهي. ٻئي طرف هي ۽ مسٽر غلام محمد عوام جي سوچ کي درست ڪرڻ لاءِ ڇا ڪري رهيا آهن! پڪ

ٿي پڪ فوجي رستو. اهو رستو به سڌارڻ وارو نه آهي.

**هرگز نه رسي به ڪعبه اي پنجابي،**
**اين راه ڪه مي روي به انگلستان است.**

## ماهرن جي ڪميٽي

وزيراعظم ”ون يونٽ“ واري منصوبي جو مسودو ماهرن جي هڪ ڪميٽيءَ جي حوالي ڪيو آهي. اهي ماهر ڪير آهن-؟ انهن کي ڪنهن چونڊيو آهي-؟ اها اڳي ئي خبر آهي ته اهي پنجابي ماهر- پنجابي ڪامورا يا انهن جا چاڙتا هوندا. ماهرن جي اها رپورٽ شايع ڪئي وڃي. هر قانون پلي ڪيڏو ئي ننڍڙو ڇو نه هجي، عام رواجي طرح انهيءَ لاءِ عوام کان تجويزون ۽ رايا گهرايا وڃن. انهيءَ لاءِ چڱو وقت ۽ موقعو ڏنو وڃي. اهڙي مستقل نوعيت جي مسئلي کي، جنهن کي سنڌي پنهنجي زندگي ۽ موت جو مسئلو سمجهن ٿا؛ اها جلد بازي واري پاليسي شديد مخالفت، نفرت ۽ شديد ويڙهه پيدا ڪندي.

## بچاءَ وارو مڪر

زال مڙس يا ڀن ڀائرن جي وچ ۾ زوريءَ ڳانڍاپو به اڻ وڻندڙ ڳالهه آهي. ”جيئو ۽ جيئڻ ڏيو“ - نه صرف ذاتي زندگي پر سياست ۾ به خوش ۽ پُر امن زندگيءَ جو اصول آهي.

وزيراعظم پنهنجي 22 نومبر 1954ع واري تاريخ ساز ريڊئي اعلان ۾ پنجاب جي 56 سيڪڙو جي ڀيٽ ۾ 40 سيڪڙو نمائندگي قبول ڪرڻ واري فراخدليءَ جو ذڪر ڪيو آهي. مون تي يقين ڪريو ته اهي 30 سيڪڙو يا اجا گهٽ تي به راضي ٿي ويندا. اهي بهاولپور ۽ سرحد تي انحصار ڪري سگهن ٿا. انهيءَ کان به وڌيڪ سنڌ جي کهڙي ۽ راشدي جهڙن ماڻهن تي ياڙي سگهن ٿا، جيڪي هائي ڪان ٿي نظر ڪرم حاصل ڪرڻ لاءِ وڏي جفاڪشي ڪري رهيا آهن. وڏي ڳالهه ته اها رعايت به صرف ڏهن سالن لاءِ آهي. کهڙي خاطري آهي ته هڪ سال کان پوءِ اها مهرباني واپس نه ورتي ويندي.

اڳ ۾ ئي لاهور جي جوابدار اخبارن ۾ سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان لاءِ انهن

لفظن مان صوبائيت جي بوءِ جا آواز اُٿاريا ويا آهن. ڪراچيءَ کي سنڌ کان الڳ ڪرڻ وقت اصلي رهاڪن لاءِ تحفظن جو وعدو ڪيو ويو هو. ڇا انهيءَ تي عمل ڪيو ويو آهي؟ سنڌي زبان کي ڪراچي يونيورسٽيءَ جي نصاب مان خارج ڪيو ويو آهي ۽ پيون ڪيتريون اهڙيون زيادتيون ڪيون ويون آهن، جنهن جو افسوسناڪ نتيجو هيءُ نڪتو آهي جو اصلي باشندا پاڻ کي پنهنجي سرزمين تي ڌاريان ٿا سمجهن.

چوڌري محمد علي ٻه مهينا اڳ واعدو ڪيو هو ته اسان کي 25 ڊسمبر 1954ع تي آئين ملندو. انهيءَ ڏينهن تي اسان ڇا حاصل ڪري رهيا آهيون. اسان جي سياستدانن جي وعدن تي ڪهڙو ڀروسو؟ پنجاب جا اڳواڻ پنهنجي اها فراخدلي ۽ تحفظ پاڻ وٽ رکن. سنڌ کي پنهنجا مسئلا پاڻ ڀنا ڪنهن جي مداخلت ۽ ڦرلٽ جي نبيرڻ ڏيو. سنڌي- پنجابين جي انهيءَ فراخدليءَ لاءِ سدائين شڪرگذار رهندا.

## سنڌ جي تباهيءَ ۾ سنڌ جي نمائندن جي نااهلي

ٻه سال اڳ جڏهن سنڌ اسيمبليءَ جي موجوده ميمبرن ووٽ ورتا هئا، تڏهن سنڌ کي پنجاب سان ضم ڪرڻ جي ڪابه ڳالهه نه هئي. نه ئي انهيءَ مسئلي کي رواجي طرح ووٽرن جي اڳيان رکيو ويو هو. تنهن ڪري انهن ميمبرن کي سنڌ جي تباهيءَ جي خطرناڪ مسئلي تي ووٽ ڪرڻ جو ڪوبه اختيار ڪونه آهي. اها ڳالهه به قابلِ ذڪر آهي ته مرڪز رواجي طريقي سان سنڌ جي ميمبرن جي حمايت حاصل ڪري نه سگهيو آهي. پنهنجن مقصدن کي حاصل ڪرڻ لاءِ غير جمهوريت، غير اخلاقي طريقن کي اختيار ڪيو آهي. جنهن جي انتها اِها آهي جو ايوب کهڙي جهڙي سزا يافته ڏوهاري کي سنڌ جو وزيراعليٰ ۽ سنڌ مسلم ليگ جو اڳواڻ مقرر ڪيو ويو آهي. نيڪ طريقن ذريعي نيڪ مقصد ۽ هڪ بي داغ شخصيت، سنڌ جي مقبول رهنمائن، جهڙوڪ: جي. ايم. سيد، قاضي فيض محمد ۽ ٻين ڪيترن کي جيل حوالي ڪيو ويو آهي. سنڌ جي اهم ترين اخبارن روزنامه ”الوحيد“ ۽ ”ڪاروان“ تي بندش وڌي ويئي آهي. قلم 144 ۽ ٻين قلمن ذريعي اڳ ۾ ئي نيم فوجي سرڪار مڙهي وئي آهي.

## سپرسانڪ رفتار

ٻن وڏن صوبن پنجاب ۽ بنگال جي اڳواڻن وڏي ويڙهه کان پوءِ آخرڪار پرچاءُ ڪيو آهي. سنڌ ۽ ٻين ننڍن صوبن جي مال غنيمت جو اِهو ٿورو آهي، جو جيستائين ان ”ون يونٽ“ تي عمل درآمد ٿئي، ٻيخواب راتيون گذاري رهيا آهن. بنگالي وزيراعظم ته اِهو قبول ڪري سگهي ٿو ته ڇاڪاڻ سندس مفاد هڪ هزار ميل جي غير ملڪي مفاصلي جي خاص حالتن سان محفوظ آهن. نه ته هن کي سنڌين جي زندگيءَ جي حالتن جي پليءَ پت ڄاڻ آهي، نه ئي ڪا خاص دلچسپي. هو تخت سان وڌيڪ وفادار آهي، بنسبت بادشاهه جي.

## نظريہ اسلام

اسلامي نظريو عرب مان اُڀريو. عربستان ۾ شروعاتي تاريخ هاشمي ۽ بنو اُميه، بنو اميه ۽ عباسين جي جهيڙن کي وسارينديِ ويڇڙائي جي تاريخ تي نظر ڪبي، ته مملڪت خداداد ترڪي ۽ نظريہ اسلام سيني عرب قومن کي ڪنو رکي نہ سگهيو. انهيءَ جاءِ تي عراق، شام، اُردن، يمن ۽ سعودي عرب جون خودمختيار رياستون ڏسون ٿا. انهن عربي ڳالهائيندڙ قومن ۾ نظريہ اسلام جي سيني رياستن کي ”ون يونٽ“ ۾ ڳنڍڻ جي ڪابہ ڳالهه ٻڌڻ ۾ ڪانہ ٿي اچي. افغانستان، ايران ۽ ترڪي هر هڪ کي الڳ وجود آهي. ڪنهن بہ نعري يا نظريہ هيٺ ڪين گڏ ڪرڻ جي خيال کي ناڪاميابي نصيب ٿيندي.

مسلمان افغانستان جا، هندو انڊيا سان وڌيڪ برادرانہ تعلقات آهن بنسبت اسلامي پاڪستان جي. مسلمان ترڪي جا اسلامي مصر جي ڀيٽ ۾ عيسائي آمريڪا سان وڌيڪ تعلقات آهن. انهن نظرين کان سواءِ ڪي ٻيون ڳالهيون آهن جيڪي قومي روين کي ترتيب ڏين ٿيون.

نظريہ اسلام کان سواءِ بہ سنڌ، پنجاب ۽ پختونستان ۽ بلوچستان بہ پاڪستان جي خودمختيار برادرانہ ايڪن سان گڏ رهي سگهن ٿا. جيڪڏهن نظريہ اسلام جي واقعي ڪا ڪوٺ آهي تہ انهيءَ تي سيني مسلمانن جي وچ ۾ صحيح برادريءَ بحال ڪندي اوچو ثقافتي مرتبو حاصل ڪرڻ کپي. ڳالهين ذريعي، عمل ذريعي، حقيقي حالتون ۽ موقعا پيدا ڪرڻ کپن. زمينداري ۽

جاگيرداري ختم ٿيڻ کپي. کيڙيندڙ کي وارث بنايو وڃي. وڏين صنعتن کي قومي ملڪيت ۾ ورتو وڃي. مزدور کي انهيءَ ۾ حصيدار بنايو وڃي. نه اهڙو غلام، اڌ انسان، گهٽ پگهاريافته ماڻهو جيڪو سدائين مالڪ جي مرضيءَ تي زنده رهي. هتي امير، امير تر ۽ غريب، غريب تر ٿيندو پيو وڃي.

هن ڌرتي جا اعليٰ ترين فرزند پورهيت ۽ هاري اڳواڻن کي، نقصان ڏيندڙ جيتن وانگيان جيلن ۾ رکيو پيو وڃي ۽ سندن يونين ۽ هاري تنظيمن کي ججها عذاب ڏيئي تباهه ڪيو پيو وڃي. گهڻ اُپت گهڻ رتابندي، وڏيڪ غربت وڏيڪ پريشاني. پوءِ اسين غير ملڪي امداد لاءِ فقيرن وانگيان هٿ ٽنگيو بيٺا آهيون. ڇا غير ملڪي امداد، غير ملڪي غلامي کان سواءِ حاصل ڪري سگهجي ٿي-؟

نظريه اسلام جي نالي ۾ "ون يونٽ" وارو منصوبو، مستقل مادي مفادن حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ پيو فريب آهي، ڇاڪاڻ ته اهي مستقل مفاد واپار ٽيڪسن جي سلسلي ۾ پنهنجيون رعايتون قائم رکڻ لاءِ دعويدار آهن.

نظريه اسلام کي سکن ۽ هندن جيءَ خلاف هٿيار طور ته ڪاميابيءَ سان استعمال ڪري سگهجي ٿو، پر پنجابي اڳواڻن کي اهو ساڳيو هٿيار پنهنجي هم مذهب سنڌي ڀائرن خلاف استعال ڪرڻ کان باز رهڻ گهرجي.

## پڇاڙي

جڏهن پنجاب جي خلاف سڀ ڪجهه ڳالهايو ويو آهي ته ان مان مراد هڪ مختصر حصو، معنيٰ مستقل مفاد- هن تنقيد مان پنجاب جو عام مرد ۽ عورت، پورهيت ۽ هاري ۽ دانشور خارج سمجهڻ کپي، جيڪي پنهنجي اعليٰ خصلتن ۽ حاصلات سبيان پنهنجي قوم لاءِ باعث فخر آهن. انهن جي ۽ سنڌ جي عام ماڻهن جي وچ ۾ اتحاد ۽ دوستيءَ وڌندڙ آهي، جنهن کي ڪابه شيءِ وبندي "ون يونٽ" به پنهنجن فريب ڪارين جي باوجود نوڙي نٿو سگهي، ۽ پنجاب جو عام ماڻهو سنڌ جي منشا خلاف سنڌ جي ختم ٿيڻ کي قبول نه ڪندو. هن وقت تائين اسان جي حاڪمن طرفان زمينداري ۽ جاگيرداري کي مضبوط رکڻ، بدترين غير برابري ۽ ناانصافي کي قائم رکڻ وارين پاليسين کي نظر ۾ رکندي، سنڌ جو عام ۽ باشعور ماڻهو ڪڏهن به "ون يونٽ" قبول نه ڪندو.

# ون يونٽ ۽ جمهوريت

**(1)**

هڪ عام آواز اهو آهي ته، ""ون يونٽ" جو ڪارنامو پاڪستان ۾ جمهوريت ڪشيءَ جو سڀ کان زياده نمايان مظاهرو آهي." انهيءَ ڪارنامي ملڪ ۾ بحران پويان بحران آندو آهي، ۽ پاڪستان جون گهٽي ياڳيّ ڪمزوريون انهيءَ ڪارناميّ ڪري پيدا ٿيون آهن. اهو فقط هڪ انتظامي اُپاءُ نه آهي، پر ساڳئي وقت اهو مقامي سامراجيت، بينڪ شاهي يا نيم بينڪ شاهي جي انهن روين کي ظاهر به ڪري ٿو، ۽ ساڳئي وقت لڪائي به ٿو، جيڪي سيني جي تباهيءَ لاءِ اسباب پيدا ڪن ٿا. جن "ون يونٽ" آڻڻ چاهيو ٿي، تن چاتو پئي ته "ون يونٽ" تيسين اچي نه سگهندو، جيسين هندستان جي آزاديءَ جي ايڪٽ 1947ع جي روپ ۾، برطانوي حڪمرانن جي طرفان ڏنل جمهوريت جي عناصرن کي ختم نه ڪيو ويو آهي.

مٿئين ايڪٽ هيٺ پاڪستان لاءِ دستور ٺاهڻ واسطي، دستور ساز اسيمبليءَ جو خودمختيار ادارو قائم ڪيو ويو. درحقيقت انهيءَ اسيمبليءَ هڪ دستور ٺاهيو هو، جنهن ۾ پاڪستان کي فيڊريشن جي حيثيت ڏني ويئي. اها فيڊريشن پنجن مکيه صوبن: پنجاب، بنگال، سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان تي مشتمل هئي. انهيءَ دستور ٺاهڻ لاءِ ست سال ڪوششون ورتيون ويون، ۽ ڪيئي ڪشالا ڪڍيا ويا. ان وقت جي وزيراعظم محمد علي بوگره کي انهيءَ دستور جو اعلان 25 ڊسمبر 1954ع تي قائداعظم جي ڄمڻ جي ڏينهن جي موقعي تي ڪرڻو هو. انهيءَ دستور ۾ "ون يونٽ" جهڙي ڪنهن به شيءِ جي گنجائش نه هئي.

عين ان وقت جڏهن دستور جو اعلان ٿيڻ وارو هو، 24 آڪٽوبر 1954ع تي "ون يونٽ" جي باني ۽ گورنر جنرل– ملڪ غلام محمد نادري حڪم جاري ڪري دستور ساز اسيمبليءَ کي ٽوڙي ڇڏيو، ۽ ملڪ ۾ هنگامي

صورتحال جو اعلان ڪيو، جا درحقيقت موجوده نہ هئي. اهڙيءَ طرح دستور جي بحالي ناممڪن بنائي وئي. گورنر جنرل جي هن قدم کي للڪاريو ويو. دستور ساز اسيمبليءَ جي صدر مولوي تميزالدين، ڪراچيءَ ۾ سنڌ چيف ڪورٽ اندر هڪ رٽ پٽيشن داخل ڪئي. ڪورٽ گورنر جنرل جي انهيءَ حڪم کي رد ڪري، مولوي تميزالدين کي يڪراءِ صحيح قرار ڏنو. سنڌ چيف ڪورٽ جي هيءَ فتويٰ هڪ شاندار دستاويز آهي، ۽ انتظاميا جي اثر کان اسان عدليہ جي آزاديءَ جو هڪ يادگار آهي.

سرڪاري ڌراها فتويٰ قبول نہ ڪئي، ۽ مقابلو لاهور واري فيڊرل ڪورٽ ۾ پيش ڪيو ويو. فيڊرل ڪورٽ، مسٽر جسٽس منير جي صدارت هيٺ اڪثريت واريءَ راءِ سان سنڌ ڪورٽ جي فيصلي کي ختم ڪري ڇڏيو. مسٽر جسٽس اي. آر. ڪارنيلس ـ اسان جي موجوده چيف جسٽس ۽ مسٽر جسٽس شريف فيڊرل ڪورٽ جي ججن جي حيثيت ۾، سنڌ ڪورٽ جي فيصلي جي تائيد ڪئي هئي ۽ مسٽر جسٽس منير ۽ ٻن ٻين ججن گورنر جنرل جي پٺڀرائي ڪئي هئي.

گذريل سال رٽائر ٿيڻ کان سنت پوءِ هڪ الوداعي دعوت ۾ لاهور ۾ تقرير ڪندي، مسٽر محمد منير تسليم ڪيو هو تہ مولوي تميزالدين واري ڪيس ۾ سندس فتويٰ سياسي نوعيت جي هئي. (تنهن جو مطلب تہ عدل پٽاندڙ نہ هئي.)

فيڊرل ڪورٽ کان سرٽيفڪيٽ حاصل ڪرڻ بعد مسٽر غلام محمد پاڪستان جو بي تاج بادشاهہ ٿي ويو ۽ دڙڪو ڏنائين تہ هو پنهنجي ٿاڦيل ماڻهن جو ڪنوينشن ڪوٺائيندو ۽ پنهنجو هڪ ٺاهيل دستور پاڪستان تي مڙهيندو. مسٽر سهروردي انهيءَ وقت زيورچ جي هڪ اسپتال مان موٽيو هو، ۽ عوام جون سندس اڳواڻي ۾ وڏيون اُميدون هيون. پر هن ماڻهن کي جلد ئي ڇرڪائي ڇڏيو، جو غلام محمد جي هيٺان هڪ معمولي وزارت وٺي قبول ڪيائين. رٿيل ڪنوينشن کي بهرحال فيڊرل ڪورٽ غلط قرار ڏنو، ۽ آئين دستور ساز اسيمبلي، صوبائي قانون ساز اسيمبلين مان اڻ سڌي ووٽ رستي ٺاهي وئي ۽ ان کي دستور ٺاهڻ ۽ بحال ڪرڻ جو ڪم سونپيو ويو.

اتي سيني سياسي حرفتن سان چوڌري محمد علي پاڪستان جو وزيراعظم ٿيو. سندس اياماڪاريءَ ۾ هڪ خفيہ ””ون يونٽ““ جو شاهي منصوبو“ تيار ٿيو ۽ عمل ۾ آندو ويو. انهيءَ منصوبي جو انڪشاف دستور ساز اسيمبليءَ ۾ ٿيو. چوڌري محمد علي جو نعرو هو، ””ون يونٽ“ نہ هوندو تہ دستور نہ ٺهندو“. ”ون يونٽ“ کي نافذ ڪرڻ لاءِ ننڍن صوبن تي ظلم جو راڄ ڪڙو ڪيو ويو. مخالفت ڏسي ملڪ غلام محمد گورنر جنرل ملڪ ۾ مارشل لا آڻڻ ٿي چاهيو. جنرل ايوب خان ان وقت جي ڪمانڊر ان چيف، جيئن هن بعد ۾ ظاهر ڪيو، مارشل لا آڻڻ ۾ ساٿ ڏيڻ کان انڪار ڪيو. پر 1954ع ۾ ”ون يونٽ“ قائم رکڻ واسطي هن ڪري ڏيکاري.

”ون يونٽ“ کي سولو بنائڻ لاءِ پيرزادي جي سنڌ وزارت دٻڙ دڙنس ڪري ختم ڪري وئي، ۽ هڪ بدنام سياستدان محمدايوب کهڙي، جنهن کي سنڌ جي ماڻهن پروڙا جي مقدمي وسيلي سياسي سرحد کان هڪالي ڪڍيو هو- تنهن کي ان مقصد لاءِ سنڌ جو وزيراعليٰ مقرر ڪيو ويو تہ جيئن هو وزيراعليٰ جو عهدو ۽ سنڌ جي جداگانہ جغرافيائي حيثيت هميشہ جي لاءِ ختم ڪري. ان ڳالھ لاءِ پروڙا جهڙو سنو قانون بہ منسوخ ڪيو ويو.

صوبائي اسيمبلين کان گرفتارين جي وارنٽن وسيلي ۽ بندوقن جي پهري هيٺ ”ون يونٽ“ جو ٺهراءُ پاس ڪرايو ويو. حيدرآباد ۽ پشاور جي اسيمبلي هال جي چوڌاري هٿياربند پوليس جو گهيرو هو. ڪيترن ئي ماڻهن کي مقدمي هلائڻ کانسواءِ جيل ۾ اُماڻيو ويو. انهيءَ ۾ هن دستاويز جو مصنف (حيدر بخش جتوئي) بہ شامل آهي. سموري مخالفت کي ڪچليو ويو. مسٽر اسڪندر مرزا ڏڌوڪي پاڪستان جي وزير دفاع، پشاور ۾ چيو: ””ون يونٽ“ متعلق حڪومت جو فيصلو پڪو ۽ آخرين آهي. سموري مخالفت کي اسٽيم رولر وانگر ڪچليو ويندو.“

مٿين حالتن ۾ ”ون يونٽ“ جو مسودو مسٽر سهروردي وزير قانون پاڪستان تيار ڪيو ۽ انهيءَ وقت مسٽر سهرورديءَ تي انهن جو ذمو ٿيو، جي واقعي طاقتون هيون، ۽ هو بي مانو تي انهن جي ئي هٿان لوڏجي نڪتو جن جي هن خدمت ڪئي هئي.

نئين دستور ساز اسيمبليءَ ۾ ”ون يونٽ“ جي بل تي مباحثي درميان مسٽر سهروردي ۽ سندس ٽولي ڪلتي ڪائي ”ون يونٽ“ جي مخالفت ڪئي ۽ ان جي خلاف چڱا دليل ڏنائين، پر ان مان ڪجهه ڪين وريو. بل پاس ٿيو، ۽ ڪلام پاڪ جي تلاوت سان ان جو افتتاح ٿيو.

فقط هڪ سال جي ئي تجربي مان ثابت ٿيو ته ”ون يونٽ“ انتظامي، مالي، سياسي ۽ اخلاقي قسم جي هر نقطہ نگاهہ کان قابلِ عمل نه آهي. 1957ع ۾ اولهہ پاڪستان اسيمبليءَ هڪ ٺهراءُ پاس ڪري قومي پارليامينٽ کي سفارش ڪئي ته ”ون يونٽ“ کي ٽوڙيو وڃي، ۽ ساڳيا اڳيان صوبا قائم ڪيا وڃن. اها تحريڪ جيئن پوءِ تيئن زور وٺندي پئي وئي ۽ سيپٽمبر 1958ع ڌاري گهٽو ڪري سڀني اهم سياسي اڳواڻن فيصلو ڪيو ته ”ون يونٽ“ کي هميشه جي لاءِ ختم ڪيو وڃي.

عين انهيءَ وقت انهيءَ تحريڪ کي روڪڻ واسطي 7 آڪٽوبر 1958ع تي دستور کي ختم ڪيو ويو. ڪن ماڻهن دستور جي ختم ٿيڻ تي ارمان جو اظهار ڪيو. سمجهيو ائين پئي ويو ته انهيءَ مسئلي تي نئين سر سوچ ڪئي ويندي، ۽ شايد هڪ جمهوري دستور جنهن ۾ ”ون يونٽ“ جو نالو به نه هجي، ٺهي سگهي، پر 8 آڪٽوبر 1958ع جي صبح تي زون بي (5) جي مارشل لا ايڊمنسٽريٽر جنرل اعظم اعلان ڪيو ته، ”دستور ختم ٿي ويو، پر ”ون يونٽ“ قائم آهي ۽ قائم رهندو.“

درحقيقت مارشل لا جو مکيه ڪم ”ون يونٽ“ کي قائم رکڻ هو، ۽ ان حقيقت جو اظهار هڪ سرڪاري مطبوعاتِ ”پاڪستان جي تاريخ“ ۾ هيٺينءَ ريت ڪيو ويو آهي: اهو ڪتاب اولهہ پاڪستان جي اسڪولن ۾ درسي ڪتاب ڪري پڙهايو پيو وڃي.

## باب چاليهون
# ملڪي انتظام

1955ع واري ”ويسٽ پاڪستان ايڪٽ“ جي پاس ٿيڻ تائين اولهہ پاڪستان هيٺين علائقن تي مشتمل هو:

1- پنجاب، اتر الهندو سرحدي صوبو، ۽ سنڌ جا سابق گورنري صوبا.

2- بلوچستان ۽ ڪراچيءَ جا سابق چيف ڪمشنرن وارا صوبا.

3- بهاولپور ۽ خيرپور جون رياستون ۽ بلوچستان جي يونين.

4- بلوچستان، پنجاب ۽ اُتر الهندي سرحدي صوبي جا قبائلي علائقا، ۽ امب، دير، چترال ۽ سوات جون رياستون.

انهيءَ قسم جي مختلف ملڪي حصن کي قائم رکڻ مان جيڪي نقصان ٿي سگهيا ٿي، سي جلد ئي ظاهر ٿيڻ لڳا. اهي علحده اڪايون اتحاد، استحڪام، اقتصادي ترقي ۽ سياسي يڪجهتيءَ جي رستي ۾ رڪاوٽ ثابت ٿي رهيون. مختلف صوبن جي هڪ ٻئي جي خلاف رقابتن ۽ سياسي سازشن جو افسوسناڪ قصو، هن نئين قوم جي تاريخ جو هڪ سياهه باب آهي، ۽ اهو ايتري قدر منجهيل ۽ دل آزار آهي، جو ان جو هتي تفصيلوار بيان ڪرڻ مناسب نہ آهي.

جيئن هينئر ظاهر ڪيو ويو آهي، صدر ايوب خان جيڪو ان وقت پاڪستان جو ڪمانڊر اِن چيف هو، تنهن اولهہ پاڪستان جي مختلف اڪاين کي ملائي هڪ صوبي جي صورت ۾ منظم ڪرڻ جو نظريو پيش ڪيو. مسٽر غلام محمد، انهيءَ وقت جي گورنر جنرل ۽ ڪن ٻين اڳواڻن انهيءَ خيال کي عملي صورت ڏيڻ لاءِ موزون قدم کنيا. انهيءَ رٿا جي پاڪستان جي ڪيترن ئي گروهن سخت مخالفت ڪئي. آئين ساز اسيمبليءَ بهرحال پاڪستان جي اتحاد کي اڏول بڻائڻ لاءِ هڪ ايڪٽ پاس ڪيو، جن کي عام زبان ۾ ""ون يونٽ"" چيو وڃي ٿو. انهيءَ گڏيل صوبي کي انتظامي مقصدن لاءِ ڪمشنرن جي ڏهن ڊويزنن ۽ وفاقي دارالحڪومت (ڪراچي) جي صورت ۾ ورهايو ويو. پر شخصي مقصدن رکندڙ اڳواڻن الڳ الڳ صوبن ۽ رياستن جي هن اتحاد خلاف پنهنجي پروپيگنڊا جاري رکي ۽ ""ون يونٽ"" کي ڊاهڻ لاءِ هٿ نئين سر ۽ وڏيڪ زور شور سان سياسي بليڪ ميل، رشوت ۽ پارٽي بازيءَ جهڙيون حرڪتون عمل ۾ آڻڻ شروع ڪيون. اهڙيءَ ريت آڪٽوبر 1958ع واري امن پسندانہ انقلاب لاءِ جيئن پوءِ تيئن حالتون سازگار ٿينديون رهيون." (صفحو 584-583)

## باب ايڪيتاليهون-

# آڪٽوبر 1958ع وارو انقلاب

سيپٽمبر 1957ع ۾، اولهہ پاڪستان اسيمبليءَ "ون يونٽ" کي ڊاهڻ جي رٿ بحال ڪئي، ۽ ان جي بجاءِ سڄي صوبي ۾، متعدد خودمختيار اڪايون قائم ڪرڻ جي سازش ڪئي. خوش قسمتيءَ سان جنرل محمد ايوب خان ملڪ جي صدر ۽ وزيراعظم کي آماده ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو، تہ هو "ون يونٽ" کي بي اصول سياستدانن جي حملي کان بچائڻ لاءِ ڪوششون وٺن." (صفحو 206)

مارشل لا ڪجھہ وقت لاءِ ""ون يونٽ"" کي بچائي ورتو، پر سنت ٿي ان جا اثر سڀ ڪنهن تي پوڻ لڳا. آخر ۾ "ون يونٽ" جا حامي بہ ان مان بيزار ٿي پيا. درسي ڪتابن ۾ مٿيون بيان ڪنهن سنڌيءَ جي قلم سان نہ لکيو ويو آهي، جو هو اهو ڏيکاري تہ "ون يونٽ" جي لعنت ڪان پوءِ مارشل لا جي لعنت آئي. اهو بيان "ون يونٽ" جي هڪ حامي لکيو آهي، ۽ ڪوشش ڪئي اٿس تہ "ون يونٽ" خلاف پيدا ٿيل جذبن کي ٿڌو ڪري، ۽ اهو ڏيکاري تہ جيڪڏهن مارشل لا "ون يونٽ" جهڙي نعمت کي بچائي سگهيو تہ اهو واقعي هڪ نعمت هئي، توڙي جو ان ۾ اوڻايون هيون.

"ون يونٽ" ڪن شخصن جي عصبيت جي پيداوار آهي، ۽ لازمي طور ردعمل ۾ ان ننڍن صوبن ۾ عصبيت پيدا ڪئي آهي، جا اڳ نہ هئي. پر فرق اهو آهي تہ "ون يونٽ" جي ناهيندڙن جي عصبيت جارحانہ ۽ غير منصفانہ آهي. ننڍن صوبن جي عصبيت پنهنجي بچاءَ خاطر ۽ جمهوري آهي. ارمان جي ڳالهہ اها آهي تہ درحقيقت جيڪي عصبيت کي پيدا ڪرڻ لاءِ ذميوار آهن، سي ٿئ پنهنجي ايماندار مخالفن تي عصبيت جو الزام مڙهين ٿا، ۽ اهڙو پرچار وڏي واڪي ڪن ٿا.

(2)

"ون يونٽ" جا حامي ڏاڍي چالاڪيءَ سان "نظرياتي خيالي جمهوريت" کي اسان جو اهم ترين سياسي مسئلو ڪري ٿا پيش ڪن، ۽

”ون يونٽ“ کي هڪ تنديو ۽ غير اهم مسئلو سمجهي لنوائي تا ڇڏين. اهي حقيقي مسئلن کي منجهائڻ چاهين ٿا، تہ جيئن اسين اهو وساري ڇڏيون تہ اهو ”ون يونٽ“ ئي آهي، جنهن عوام جي مٿان سڀ برايون مسلط ڪري آخرڪار مارشل لا ۽ پوءِ اڄ ڪلهہ وارو نيم فوجي جوڙجڪ آندو. اهي اسان جي گهٽن سياسي رهنمائن ۽ مفڪرن جي اکين ۾ ڌوڙ وجهڻ ۾ ڏري گهٽ ڪامياب ٿي ويا آهن.

آخر حقيقت ۾ جمهوريت آهي ڇا؟ اوڀر بنگال لاءِ ”بنگالي ٻولي“ جمهوريت جو هڪ ضروري جز آهي، ۽ بنگال هن کي سلامت رکيو آهي. پر سنڌ لاءِ ”سنڌي ٻولي“ ڪجهہ بہ نہ آهي! بلوچستان لاءِ ”بلوچي“ ڪجهہ بہ نہ آهي! سرحد لاءِ ”پشتون“ ڪجهہ بہ نہ آهي.

اوڀر بنگال لاءِ ملازمتون جمهوريت جو جزو آهن، ۽ اهي بينگالين کي ملن پيون. سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد لاءِ اهي ملازمتون فرقہ پرستيءَ جو جز آهن.

اوڀر بنگال لاءِ اقتصادي ترقيءَ ۾ برابري ملڻ جمهوريت جو روح آهي، ۽ اهي ان ڳالهہ کي هڪ وڏو جمهوري مسئلو سمجهي، انهيءَ اقتصادي برابري لاءِ جدوجهد ٿا ڪن. پر ويچارن غير ترقي يافتہ سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان طرفان اهڙن مطالبن کي پاڪستان جي سالميت کي خطري رسائڻ جهڙيون تحريڪون ڪري سمجهيو ٿو وڃي. حقيقت ۾ ”ون يونٽ“ جي مخالفن جون ئي جمهوري آزاديون بي درديءَ سان ڪچليون ويون آهن. اسان جي حاڪمن وٽ ”ون يونٽ“ جي مخالفن کي وڏي ۾ وڏو ڏوهہ سمجهيو ٿو وڃي. ”ون يونٽ“ ۽ ان جي غير منصفانہ قاعدن ۽ قانونن جي مخالفت کي ڪچلڻ خاطر ئي پوليس، جيل ۽ فوج جي سموري مشنري پنهنجي سموري طاقت سان حرڪت ۾ اچي وئي آهي. ”ون يونٽ“ جي مخالفت سببان ئي اسان جي هزارين مسلمانن ۽ پاڪستاني پائرن کي جيل، تڪليفن ۽ ملڪيتن جي ضبطي وغيره جون عقوبتون برداشت ڪرڻيون پيون، جيڪي برطانوي سامراجيت جي بدترين ڏينهن ۾ پڻ ناپيد هيون. هن وقت اسان جا سوين محب وطن جيل جي ڪوٺڙين ۾ سڙي رهيا آهن. انهن جو ڏوهہ ”ون يونٽ“ جي مخالفت، ۽ پنهنجي فطري حقن، دلچسپين ۽

آزادين جي حفاظت ڪان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه آهي. ”ون يونٽ“ جي حامين مان مشڪل سان ڪو اولهه پاڪستان ۾ سياسي قيدي هوندو. اولهه پاڪستان ۾ ڪو به وزير يا سيڪريٽري نٿو ٿي سگهي، جيستائين ڪو هو ”ون يونٽ“ کي پنهنجي ايمان جو جز ڪري تسليم نه ڪري، ۽ ان کي پاڪستان جي نظريه جو اهم ترين حصو نه سمجهي. سنڌ مان وزير، اهليت جي بنياد تي نه چونڊيا ويا آهن، انهن کي ”ون يونٽ“ جي حمايت ڪرڻ تي رضامند ٿيڻ سبب ئي وزير ڪيو ويو. اهل ۽ بهتر ماڻهن کي ڪيڙن وانگر وزارتن کان ٻاهر رکيو ٿو وڃي.

اسان جا حاڪم هڪ ٻه وزارتي جايون خالي رکيو ويٺا آهن، ته جيئن هرڪو ميمبر وزارت ملڻ جي اميد ۾ رهي، سنڌن پاليسين متعلق خاموش رهي- پوءِ چاهي اهي پاليسيون ڪيتريون به غلط هجن.

سنڌ جا اهي ميمبر جيڪي ”ون يونٽ“ جي مخالف نيتيءَ جي ڪري مشهور آهن، سي وزير ٿيڻ سان راتو رات ۾ بدلجي، ”ون يونٽ“ جي فائدي ۾ ڳالهائڻ لڳن ٿا. پوءِ چاهي هو دل سان نه، پر رڳو چپن سان ٿا ڳالهائين.

افسوس آهي اهڙي سماج تي، جنهن ۾ منافقي- ذاتي طاقت ۽ مفاد جو ذريعو هجي.

اهڙيءَ طرح ”ون يونٽ“ اسان جي اخلاق کي پست ڪرڻ ۽ اسان جي زندگيءَ جي سيني اعليٰ قدرن کي ناس ڪرڻ لاءِ جوابدار آهي. جڏهن زندگيءَ جا اعليٰ اقتدار وڃائجي وڃن، ته پوءِ جمهوريت ڪهڙي معنيٰ تي رکي. اسان جي وزيرن ۽ اعليٰ آفيسرن کي بهترين ۽ عظيم ترين شخصيتن جو مالڪ هئڻ گهرجي. جيئن انهن کي اسين ۽ انهن جو مثال وٺي، ننڍن آفيسرن، ۽ شهرين ۽ اُن کان هيٺ عام ماڻهن تائين عظيم چڱايون ڦهلجي وڃن. منافقي ۽ خرابيون، جيوڙن وانگر تڪڙو تڪڙو وڌن ٿيون، ۽ جلد ئي سماج جي نس نس ۾ سمائجي ٿيون وڃن، جيئن هينئر سمائجي ويون آهن.

”ون يونٽ“ ملڪ کي بيمار ڪري صحت مند ترقيءَ کي ناممڪن بنائي ڇڏيو آهي. اُن جو هڪ ئي حل آهي، اهو ته سواءِ ڪنهن دير جي ”ون يونٽ“ کي ٽوڙيو وڃي، تڏهن ۽ فقط تڏهن ئي حقيقي جمهوريت پاڪستان ۾

قائم ٿيندي. ”ون يونٽ“ ۽ جمهوريت هڪ ٻئي جي متضاد آهن.

ڪي سياستدان وري هيئن ٿا دليل بازي ڪن ته فقط جمهوريت ئي اهم ترين مسئلو آهي، ۽ اها حاصل ٿي ويندي ته ”ون يونٽ“ به جمهوري طريقي سان ختم ٿي ويندو.

اهي حضرت ائين ٿا سوچين ته 1956ع واري دستور پڻ ڪجهه جمهوريت ڏني هئي. ان ۾ بنيادي حقن جي توثيق ڪيل هئي. ان هاءِ ڪورٽن جو احترام پئي ڪيو. ان ۾ سموري طاقت قانون ساز اسيمبليءَ کي ڏني هئي، وغيره وغيره. پر انهن سموري جمهوري حقن جي موجودگيءَ ۾ ننڍن صوبن کي انهن حقن ڏيڻ کان انڪار ڪيو ويو، ۽ ”ون يونٽ“ کين ڪچلي ڇڏيو. ”ون يونٽ“ کي قائم رکندي ننڍن صوبن لاءِ جمهوريت بي معنيٰ آهي، ڇو ته انهن لاءِ ”ون يونٽ“ کي ختم ڪرڻ ئي جمهوريت جو پيش خيمو آهي.

ننڍا صوبا پنهنجي خودمختياري ۽ خود اراديت کي خيرات وانگر پڻ ڪونه ٿا، پر اهي بين الاقوامي طور تي مڃيل اصولن مطابق پنهنجو حق سمجهي گهرن ٿا.

ڪشمير جا ماڻهو ته بين الاقوامي واري خود اراديت جي حق ملڻ جو مطالبو ڪري سگهن ٿا، پر پنهنجي ئي گهر ۾ سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد جي ماڻهن کي اهڙي حق ڏيارڻ کان انڪار ڪيو وڃي ٿو- اهو هڪ تضاد آهي.

سنڌ رڳو نسبتاً هڪ ننڍو صوبو آهي، پر آدمشماري ۽ وسيلن جي لحاظ کان ڪشمير کان وڌيڪ اهم آهي. سيلون جيڪا هڪ آزاد ۽ خودمختيار رياست آهي ۽ اقوام متحده جي ميمبر آهي، ان کان به سنڌ وڏي آهي. ان کي پاڪستان ۾ هڪ صوبي جي حيثيت ڏيڻ کان به محروم رکيو وڃي ٿو. اها ڳالهه ناانصافي ۽ بي سمجهي جي انتها آهي.

اسان ڪشميرين لاءِ جمهوري حقن جون مطالبو ڪيون ٿا، پر ”ون يونٽ“ جي ماسٽر پلان ۾ ڪشمير جو ڪهڙو مستقبل آهي؟ جڏهن ڪشمير، پاڪستان سان ملايو ويندو ته اهو ”ون يونٽ“ ۾ ڪمشنر جي ڊويزن کان وڌيڪ ڪجهه به نه هوندو، ۽ ان کي به ”سابق سنڌ“ وانگر

”سابق ڪشمير“ سڏيو ويندو. حالانڪ آمريڪا ۾ پنجاهہ رياستون آهن. سوويت يونين ۾ سترهن رياستون آهن. ڀارت ۾ ويهہ رياستون آهن، ۽ اهي سڀ چڱيءَ طرح هلن پيون. اتان جي وڏين رياستن- ڪيليفورنيا، سفيد روس يا اترپرديش طرفان ”ون يونٽ“ جهڙي ڪابہ شيءِ ڪانہ مڙهي وئي آهي. بنگال ۽ پنجاب وڏا صوبا آهن، ۽ انهن تي فرض آهي تہ پنهنجي ننڍن ڀائرن جي حقن جي حفاظت ڪن. هڪ اسلامي رياست ۾ طاقت جي بازي کيڏي ۽ ننڍي صوبن جي لقمي کي ورهائي کائڻ پنجاب ۽ بنگال لاءِ شرمناڪ عمل آهي. ائين ڪرڻ کان پوءِ بہ اُجا هو پاڻ کي اسلامي، قرآني ۽ جمهوري حقن جا دعويدار سڏائين ٿا!

## شل قدرت جو نور اسان جي مشعل راهہ ٿئي!

اها اسان جي بدقسمتي آهي، جو رڳو طاقت ئي آخري فيصلا ڪري ٿي ۽ نہ عقل ۽ نہ فهم. پر انهن شخصن کي ياد رکڻ گهرجي، جيڪي رڳو طاقت تي ڀروسو رکي ٻين کي ستائين ٿا، تہ قدرت ئي فيصلو ڪرڻ واري آهي ۽ انهن کي پنهنجي ڪيتي جي ڳري سزا ڀوڳڻي پوندي.

انصاف ۽ رواداري جو قل دير يا سوير سڀ ڪنهن کي ملي ٿو. انسانيت انهيءَ راهہ تي ترقي ڪئي آهي. اسان پاڪستاني ڀائرن کي پنهنجي ئي ضمير ۽ پنهنجو پاڻ کان پڇڻ گهرجي ۽ مسلمان هجڻ جي حيثيت ۾ خدا کان ڊڄڻ گهرجي.

جن کي تڪليف ٿيندي آهي، اُهي ضرور دانهون ڪندا. انهيءَ فرياد ڪرڻ جي ڪري ڪين ڪچلڻ، اهڙي گناهہ کان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو گناهہ ٿيندو؟

اسان سنڌي، بلوچ ۽ پٺاڻ پنهنجي محدود دائرن ۾ پنهنجي حقن مطابق پنهنجي قسمت پنهنجي هٿن ۾ رکڻ چاهيون ٿا. اسان جا وڏا ڀائر، اوهان جي وڏي مهرباني! اسان کي ”ون يونٽ“ جي باري ۾ اوهان جي نيڪ ارادن جي پوري خبر آهي. بس ايترو ڪافي آهي. هاڻي ڊاهيوس، مهرباني ڪريو، تہ وري ڀائرن وانگر ڌار ڌار پنهنجي پنهنجي گهرن ۾ رهون. اها اوهان جي وڏي مهرباني ٿيندي، ”ون يونٽ“ ڊاهيو، ۽ پوءِ جمهوريت جي ڳالهہ ڪيو.

# سنڌ ۾ "ون يونٽ"

## 1- سنڌ دنيا جي نقشي تان غائب

"ون يونٽ" دنيا جي نقشي تان قديم ۾ اسان لاءِ سڳوريءَ سنڌ جو نالو مٽائي ڇڏيو. جيڪو ڪم يوناني، ايراني ۽ انگريز فاتحن کان نه ٿي سگهيو، سو اسان جي ڏيهي فاتحن ڪري ڏيکاريو. سنڌ جي جغرافيائي، تاريخي، ثقافتي ۽ لساني لحاظ کان جداگانه حيثيت ختم ڪئي ويئي آهي، ۽ ان کي ڪيترن ئي ضلعن ۽ ڊويزنن ۾ ورهايو ويو آهي. سنڌ جو نالو سڏڻ گناهه آهي، اسان کي "سابق سنڌ" چوڻ کپي.

هيءُ "سابق سنڌ" جو لفظ ختم ٿيڻ کپي. سنڌ ابدي آهي. ان جو قديم اتهاس، جنهن جو نشان "موهن جو دڙو" آهي، ان جي قديم زبان سنڌي، جيڪا ڪن لسانيات جي ماهرن جي چوڻ موجب، "سنسڪرت يا پراڪرت" کان به قديم آهي؛ ان جا صوفي ۽ فيلسوف، جن انسانيت ۽ اعليٰ اخلاق جو پيغام ڏنو- اهي سڀ هڪ اهڙو قيمتي ورثو آهن، جو انهن کي ختم ڪرڻ جي اجازت نٿي ڏيئي سگهجي. پر "ون يونٽ" ان ورثي جو خاتمو چاهي ٿو.

## 2- سنڌي زبان جو خاتمو

هر قوم جي سڀ کان قيمتي ميراث زبان ۽ ان جو ادب آهي. اسان پنهنجي مادري زبان کي پيار ڪريون ٿا. اڳ ڪنهن به (خود انگريز) حاڪمن پڻ اسان جي زبان تي حملو نه ڪيو.

پر اولهه پاڪستان سرڪار اهو لازمي قرار ڏنو، ته "يونيسڪو" جي قبول ٿيل اصولن ۽ بين عالمي ادارن جي انهيءَ راءِ- ته مادري زبان مئٽرڪ تائين تعليم جو بهترين ذريعو آهي، جي خلاف ورزي ڪندي، اسان جا ستن ورهين جي عمر جا ٻار اردوءَ ۾ تعليم حاصل ڪن.

چنانچه اهڙي فضا پيدا ڪئي ويئي، جو (علامه آءِ. آءِ. قاضي) هڪ لائق

۽ قابلُ وائيس چانسلز لاٿو وِيو، ۽ ان جي جاءِ تي هڪ غير سنڌي آندو ويو. بعد ۾ وري اهو ناهه ناهيو ويو جو (سيد غلام مصطفيٰ شاهه) هڪ لائق سنڌي ڊائريڪٽر تعليم کي حيدرآباد مان ڪڍي ڪوئٽا موڪليو ويو ۽ ان جي جاءِ تي هڪ غير سنڌي آندو ويو. نتيجو اهو نڪتو جو تعليمي ڪميشن جي ڪانفرنسن ۾ سنڌ جي نمائندگي، ڪوبه سنڌي ڪري نه سگهيو.

اهو آهي "ون يونٽ" – (بعد ۾ بهادر شاگردن همت ڪري سنڌي زبان کي ايتري قدر بچائي ورتو، جو عارضي طرح هيءُ حڪم نڪتو ته بارهين درجي تائين ذريعه تعليم رهندي ۽ اردو لازمي ڪرڻ لاءِ هڪ سال وڌايو ويو.)

### 3- سنڌ جي زمينن تي غير سنڌين جو قبضو

پاڪستان جي دستور ساز اسيمبليءَ ۾ "ون يونٽ" جي هڪ معمار مسٽر محمد ممتاز دولتانه جي ڏنل خاطرين کي ملاحظه فرمايو:

"صاحبو، هاڻي سنڌ جي نئين زمين جي نيڪال لاءِ ڪهڙو حل پيش ٿي رهيو آهي؟ جيتري قدر مون کي معلوم آهي اهو حل هيئن آهي، سنڌ جون نيون زمينون جيڪي واقعي پاڪستان جي مستقبل کي خوشحال بنائڻ لاءِ تمام گهٽو ڪم ڏينديون، ان صوبي جي ماڻهن يعني سنڌين کي ملنديون. پر ائين تيسين ڪيو ويندو، جيسين سنڌ جي ماڻهن کي زمينون نه هونديون. سڀ کان اول اهي زمينون انهن سنڌي هارين کي ملنديون، جن وٽ ڪابه زمين نه آهي. پر جڏهن هڪ هڪ سنڌي هاريءَ کي زمين ملي چڪي ۽ ان کان پوءِ بہ زمين بچي پئي، ته اها پاڪستان جي شهرين ۽ ٻين صوبن جي رهواسين منجهان فقط انهن کي ڏني ويندي، جن وٽ اڳ ڪابه زمين نه هوندي... زمين ان کي ملندي، جيڪو پاڻ پوکيندو، زمين سڀ کان پهريائين انهن کي ڏني ويندي، ۽ جڏهن اهي مطمئن ٿيندا، ته پوءِ سنڌ جي ماڻهن کي ڏني ويندي، پر انهي ۾ شاهوڪار شامل نه هوندا..." (بحث، صفحو 360)

مگر درحقيقت ڇا ٿيو آهي؟ بهترين زمينون ۽ وڏا پلاٽ غير سنڌي عملدارن، واپارين، ڪارخانيدارن ۽ زميندارن کي ڪنهن نه ڪنهن بهاني ڏنيون پيون وڃن. سنڌ جي هارين کي اهي زمينون ملن ٿيون، جن جو ٻيو ڪوبه خريدار ڪونهي. زمينون گهٽو ڪري عام نيلام رستي وڪيون وڃن

ٿيون ۽ ان کي ملڻ ٿيون، جو سڀ کان وڏو واڪ ڏئي ٿو. اهڙيءَ طرح هڪ نئون زمينداري طبقو وجود ۾ اچي رهيو آهي.

هاريءَ کي زمين ڏکين شرطن تي ملي ٿي، مثلاً: جيڪڏهن ڪو هاري ڪنهن سبب ڪري (جنهن تي آبپاشيءَ لاءِ پاڻي نه ملڻ سبب) زمين آباد نٿو ڪري سگهي، ته ڪانئس زمين کسي وڃي ٿي. پر ٻين سان اهو شرط لاڳو نه آهي. ملٽري وارن کي زمينون ڏيڻ ۾ سخا کان ڪم ورتو ويو آهي. انهن کي جيڪي سهولتون ملن ٿيون، سي هاريءَ کي نٿيون ملن.

لاهور ۾ روينيو بورڊ ۾ ڪوبه سنڌي وڏو عملدار نه آهي، جو سنڌين جي حقن جي نگراني ڪري. انهيءَ جو قدرتي نتيجو اهو نڪتو آهي جو هن سرزمين جا هاري، هتان جا باشندا انهيءَ حق کان محروم آهن، جي قدرت جي قانون کين عطا ڪيا آهن. ته هتي اهو به نه وسارڻ کپي، ته اهو بئراج، جنهن اهي زمينون پيدا ڪيون آهن، سنڌين جي ڏنل ڍلن جي پئسي مان نهيل آهي. اهو آهي "ون يونٽ". درحقيقت "ون يونٽ" ٺاهيو ئي انهيءَ مقصد لاءِ ويو هو. ۽ نه ان لاءِ، جيڪو مسٽر دولتانه بيان ڪيو هو، مسٽر دولتانه اڄ ڪٿي آهي؟ ان هوندي به هو "ون يونٽ" جو حامي آهي.

## 4- سنڌ ۾ نامنصفانه ڍلون

"ون يونٽ" جي ٺاهيندڙن، "ون يونٽ" جا جيڪي مقصد بيان ڪيا هئا، تن ۾ هڪ اهو به هو ته اولهه پاڪستان ۾ قاعدي قانون، ڍلن ۽ ڪورٽن جو سرشتو ساڳيو هوندو. ان سلسلي ۾ سنڌين جي طرفان ڪيترن ئي درخواستن، گذارشن کان پوءِ به سڄي پاڪستان– اولهه توڙي اوڀر ۾، سڀ کان وڏيون ڍلون، سنڌ ۾ ئي قائم رکيون ويون. اڪثر حالتن ۾ سنڌي آبادگار جي آمدنيءَ جو پنجاهه يا سٺ سيڪڙو آمدني ڍل ۾ وڃي ٿي. درحقيقت اها (ڍل) 25 سيڪڙو هئڻ کپي. نتيجو اهو نڪتو آهي ته سنڌي آبادگار جو ڏيوالو نڪري ويو آهي ۽ هو انهيءَ سبب جي ڪري بئراج جون زمينون خريد ڪري نٿو سگهي.

انهيءَ موضوع تي مون هڪ ڪتابڙو لکيو هو ۽ جنهن ۾ انگ اکر ڏنا ويا آهن ۽ تعميري اپاءُ تجويز ڪيا ويا آهن. مون هڪ ڪتابڙو به هڪ خط

سان گڏ صدر پاڪستان ۽ گورنر ڏانهن موڪليو، ۽ ڪين گذارش ڪيم ته معاملي جي صحيح تصديق ڪرڻ لاءِ سرڪار قدم کڻي. سرڪار جواب ۾ ڪتابڙو ضبط ڪيو، ۽ مون کي ڪوئٽا ۾ هڪ فوجي ڪورٽ انهيءَ ڪتاب لکڻ ڪري سخت پورهئي سان ٽي سال "سي" ڪلاس جو جيل عطا ڪيو.

## 5- سنڌ ۾ ترقيءَ جون رٿون بند

حڪومت سنڌ رستن، اسڪولن ۽ صحت جي ڪمن کي سڌارڻ لاءِ جيڪي ترقياتي رٿون ٺاهيون هيون، سي بند ڪيون ويون آهن. سنڌ جا ٽيهه ڪروڙ روپيا جيڪي "ون يونٽ" جي حوالي ٿيا، سي اهي ترقياتي رٿن تي خرچ ٿين ها، پر هاڻي انهيءَ ڳالهه کان سُڪو جواب آهي. ڇي؛ پئسو ڪونهي-!

## 6- سنڌ جي ڪاليجن ۾ سنڌين لاءِ داخلائون بند

حڪومتِ سنڌ ڪراچيءَ ۾ هڪ انجنيئرنگ ڪاليج ۽ ٻه ڊاڪٽري ڪاليج- هڪ ڪراچيءَ ۾ ۽ ٻيو حيدرآباد ۾ قائم ڪيا هئا، ته جيئن سنڌ ۾ تعليم وڌي. هاڻي انهن ڪاليجن جا دروازا سڄي اولهه پاڪستان لاءِ کليل آهن. نتيجو اهو نڪتو آهي جو سنڌين کي 20 سيڪڙو جايون به مس ٿيون ملن، ۽ 80 سيڪڙو جايون ٻين جي حوالي ٿين ٿيون. اهم تعليمي ۽ هنري ادارن ۾ "ون يونٽ" قائم ٿيڻ بعد، سنڌ کي ترقيءَ جا اِجهو اهي ذريعا مليا آهن. سنڌ ۾ وڌندڙ آباديءَ کي خيال ۾ رکي ڪي به نوان ادارا کوليا ڪونه ٿا وڃن.

## 7- ثانوي تعليم جي تباهي

سنڌ جي ڳوٺن ۾ ٽن درجن وارن انگريزي ڪلاسن جو جار وڇايو ويو هو، ۽ ڳوٺاڻا ڇوڪرا انهن ڪلاسن جو فائدو وٺي وڏن مڊل اسڪولن ۽ هاءِ اسڪولن ۾ داخل ٿيندا هئا. هاڻي اولهه پاڪستان جي حڪومت انهن ٽن درجن واري انگريزي ڪلاسن کي ختم ڪري، ڳوٺاڻن ڇوڪرن کي تعليمي سهولتن کان محروم ڪري ڇڏيو آهي. 25 سالن کان تازو ثانوي ماسترن کي بي ٽي ڪورس لاءِ پگهار ۽ الائونس جون جيڪي سهولتون مليل هيون، تن

ڪان ڪين محروم ڪيو ويو آهي. اهي سرڪاري تربيت يافتن کي اعليٰ معيار جي خاطر ڏنيون وينديون آهن. وڏين پگهارن وارن عملدارن کي به تربيت دوران اهي سهوليتون ملنديون آهن. نتيجو اهو آهي، ته هاڻي فقط ڪي ٿورڙا ثانوي استاد پنهنجي خرچ تي سکيا حاصل ڪري سگهن ٿا. انهيءَ جو مطلب ته بي. ٽي. پاس ڪيل استاد ٻاهران گهرايا وڃن، ۽ انهن کي سنڌ جي استادن تي ترجيح ملندي. بيشڪ اها ڳالهه "ون يونٽ" جي پاليسيءَ پٺاندڙ آهي. اجهو اهڙيءَ طرح پنتي پيل سنڌ جي ايراضيءَ کي سڌاريو پيو وڃي.

## 8- سنڌ جي پريس تي دٻاءُ

پريس جي آزادي، جمهوريت ۽ ترقيءَ جو بنياد آهي. پريس وقت جي ڏاراٿن جي عڪس هجڻ سان گڏوگڏ واقعن ۽ فڪر کي پڻ متاثر ڪري ٿي.

اها ڳالهه ته سيني جي ڌيان تي آئي هوندي، ته لاهور جي اخبارن باقاعدگيءَ سان جمي "ون يونٽ" جي پنيرائي ڪئي آهي، ۽ سنڌ پريس اهڙي ئي طريقي سان "ون يونٽ" جي مخالفت ڪندي رهي آهي.

"ون يونٽ" بعد سنڌ جي پريس تي لاهور ڪان ضابطو رکيو ويو ٿو، نتيجو ظاهر آهي- هڪ غير سنڌي صاحب کي اطلاعت کاتي جو ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ويو هو ۽ هن صاحب سنڌ جي پريس کي دٻائڻ جا سڀ موقعا پيدا ڪري ڇڏيا. مشهور ماهوار ۽ هفتيوار رسالا، مثلاً: "انسان"، "مذهب انسانيت"، "گل ڦل"، "گلستان"، "روح رهاڻ"، "ڳوٺ سڌار"، "الوحيد" وغيره، ڊڪليئريشن ملڻ کان انڪار ڪرڻ سبب بند ڪيا ويا. نوابشاهه جا "مظلوم"، "آئينه" ۽ "سنڌ مسلم"،- سانگهڙ جو "رضوان"- ٺٽي جو "الحيدر"، "همراهي"، "فرياد"، "مساوات"، "فتح اسلام"، "مسلمان"، "عام راءِ" وغيره وغيره، يعني 60-مان اٽڪل ٽيهه اخبارون بند ڪيون ويون. عورتن جي هڪ ئي ماهنامه مئگزين حيدرآباد "مارئي" کي پڻ ڊڪليئريشن ڏيڻ کان انڪار ڪيو ويو.

"ون يونٽ" جو ڪٽڙ حامي- مسٽر قادر بخش، جيڪو اولهه پاڪستان جو وزير پڻ آهي، "ون يونٽ" جي مخالفن کي صلاحون ڏئي ٿو

تہ، ""ون يونٽ" جي ٽوڙڻ جو مطالبو نہ ڪريو، پر پنهنجي اهنجن کي مٽائڻ جو مطالبو ڪريو."- مگر اسان ڪيستائين توهان جي درن تي پيا پينداسين؟ اسان جي اهنجن جو ڪو انت آهي ڇا؟ ڏينهون ڏينهن، سالون سال سورن جي هڪ لانڍ ٿي اچي! اسان جي اهنجن جو رڳو هڪڙو ئي اپاءُ آهي: "ون يونٽ" کي ٽوڙيو، جيڪو سڀني براين ۽ اهنجن جي پاڙ آهي.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاڙُو، ياڇوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولڻ سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُوڙو آهي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪـري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرنـدڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ بـہ ٿـي سگهـن ٿـا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳَل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪـار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهـي تـہ ڪي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مـان ڪـو بـہ مـالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمـائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽَ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بهِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهه نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بهِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي به ڪٽين، جيڪي به ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نه آ، هي بيتُ به بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهه اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته ”هاڻي ويڙهه ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نه وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

